# اک چنپ

[ناول]



رسول ميمڻ




كنول پبليڪيشن
قنبر

BOOK NO: (250)

ڪتاب نالو: **اک چنڀ**

(ناول)

ليکڪ : **رسول ميمڻ**

ڇاپو پهريون : جون 2019ع

ڪمپوزنگ: خادم حسين جروار

**ڪنول** پبليڪيشن، قنبر

## قيمت: 250 روپيا

**Akhah Chinbh**

(Novel)

By: Rasool Memon

First Edition@2019



### ڪتاب ملڻ جا هنڌ:

ڀٽائي ڪتاب گهر، حيدرآباد.

ڪنگ پن بڪ هائوس پريس ڪلب، حيدرآباد.

سماره پبليڪيشن هائوس، سيد آرڪيڊ، گاڏي کاتو حيدرآباد.

رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو - مهراڻ ڪتاب گهر، سانگهڙ

مدني بڪ شاپ، دادو - سنڌيڪا ڪتاب گهر سکر

ٿر ڪتاب گهر، مٺي - ڪويتا ڪتاب گهر، حيدرآباد

تهذيب بڪ اسٽور، خيرپورميرس- سراج بڪ اسٽور، قنبر

# ارپڻا

ڪراچيءَ ڪناري
ان سمنڊ نالي،
جنهن ڪي
منهنجن ڳوڙهن
نمڪين ڪيو.

# مهاڳ

ڪنهن وقت ڪياماڙيءَ جي اسپتال ۾ ڊيوٽي هئي. منهنجو گهر موٽر وي پرسان هڪ ٽائون ۾ آهي. ڊيوٽيءَ تي وڃڻ لاءِ لياري ايڪسپريس رستو استعمال ڪندو هيس. جيڪو لياري نديءَ جي ڪناري وجي گل ٻائيءَ اوريان ڪٽي ٿو.

لياري ندي جي ڪاٺيءَ دوران ان ۾ هيٺ هڪ پل ظاهر ٿي. مان اتان لنگهيندي ان پل کي ڏسندو هيس. اها پراڻي پل جيڪا پٿرن جي ٺهيل هئي. پنهنجي اصلوڪي حالت ۾ ڏسجي رهي هئي. ان ۾ ڪمانيءَ جهڙا در هيا. جيڪي پيمن تي بيٺل هيا.

پل ڏسي مون اندازو لڳايو ضرور ٻن ڪان اڍائي سئو سالن تائين پراڻي هوندي انگريز دؤر ۾ ان پل تان ڪيترائي ماڻهو لنگهيا هوندا. آمدرفت لاءِ استعمال ڪيو ويو هوندو. اهڙو خيال اچڻ شرط ذهن ۾ پراڻي ڪراچيءَ جو تصور اچي ويو.

مون سوچيو ان تي ناول لکان. جنهن ۾ ڪراچيءَ جي گذريل وقت جو ذڪر هجي. اها ڪراچي جيڪا هاڻي واري ڪراچيءَ کان مختلف هئي.

سٺ واري ڏهاڪي ۾ ڪراچي اچڻ ٿيندو هيو. منهنجي ذهن ۾ اها ڪراچي هئي. ٽرام، ڪيبري ڊانسز شرابخانا، وڪٽوريا بگيون، اڌ اگهاڙا سياح، نيپيئر روڊ ۽ صاف سٿرا رستا جن تي سدائين مينهن جون بوندون وسنديون هيون.

ڪراچيءَ جي پراڻي تاريخ ڳولهڻ لاءِ ڪتابن جي ضرورت پئي. ڪجهه ڪتاب مليا جن ۾ ڪراچي جي انگريز دؤر واري وقت جو ذڪر هيو پر گل حسن ڪلمتيءَ جي ڪتاب "ڪراچي سنڌ جي مارئي" ان کوٽ کي پورو ڪيو. گل حسن ڪلمتيءَ ڪمال ڪيو آهي. هن ڪراچيءَ جي وارثي

ڪندي. ان کي ڪوزي ۾ سمايو آهي. ڪوزي مان ڏڪ پريو ۽ ڪراچي توهان جي اندر سمائجي ويندي.

مون ڪراچيءَ جو تصوراتي پس منظر ناهيو ۽ ان ۾ اهڙن ڪردارن جي تخليق ڪئي، جيڪي علامتي ۽ سرئلسٽڪ هيا. ناول کي خوابناڪ ۽ سحر انگيز ماحول ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪئي. مون ماضيءَ ۾ وڃي اهي واقعا ۽ ڪردار جيئرا ڪيا، جن جو سنڌ جي مستقبل تي اثر هيو.

مون ان وقت جي ڪراچيءَ کي هاڻوڪي ڪراچيءَ کان بهتر محسوس ڪيو. ڇو جو هاڻي ڪراچيءَ ۾ قتل عام آهي، آپگهاتي ڌماڪن ۽ لساني تنظيم جيڪو ڦهر ڪيو شايد سنڌ ان ظلم جا داغ ڪڏهن ڌوئي نہ سگهي.

مون ٻہ سال اڳ ناول جا ڇهہ باب لکيا هيا ۽ پوءِ مايوس ٿي ڊائريءَ کي ڪنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو هيو خبر نہ آهي اهو احساس ڪيئن پيدا ٿيو تہ لکڻ فضول آهي، وقت برباد ڪرڻ آهي، جيڪر اهو وقت مان ميڊيڪل کي ڏيان تہ سجايو ٿيندو ان عرصي ۾ مون ميڊيڪل جا تحقيقي مضمون لکيا ۽ ڪجهہ وقت پهريان واندو ٿيس، ڪرڻ لاءِ ڪو ڪم نہ هيو بي چين ٿي ويس.

سوچون ماڪيءَ جون مکيون آهن يا اهي ماکي ناهيون. يا ڏنگينديون، مون انهن جا ڏنگ پنهنجي وجود تي محسوس ڪيا.

ٽيبل جي ڪنڊ ۾ ان ڊائريءَ تي نظر پئي، جنهن ۾ ناول جا ڇهہ باب لکيل هيا. مون وري ناول لکڻ شروع ڪيو جيئن لکندو ويس دل کي سڪون نصيب ٿيو ان جي ڏڙڪڻ روانيءَ ۾ اچي وئي.

مون گوگول جو ناول "ڊيڊ سول" پڙهيو هيو اهو ناول لکڻ ۾ کيس اٺ سال لڳا، هن ناول لکي اڌ ۾ ڇڏي ڏنو هيو ڇو جو اهو ناول قسطوار هڪ رسالي ۾ شايع ٿيندو هيو پادري هن وٽ آيا ۽ احساس ڏيارايائون تہ هو لکي ڪفر ڪري رهيو آهي، پادرين جي ڳالهہ جو هن تي ايڏو اثر ٿيو جو ناول جا اڻ ڇپيل حصا باهہ ڏئي ساڙي ڇڏيا، آخري ڏينهن ۾ کائڻ پيئڻ ڇڏي ڏنو گناهہ جي احساس ۽ مايوسيءَ جي حالت ۾ گذاري ويو.

گوگول جي اهڙي ڪيفيت پڙهي مون کي حيرت ٿي هئي تہ ڇا واقعي هڪ اديب جا احساس اهڙا ٿي سگهن ٿا.

اهو احساس مون کي ان وقت ٿيو جڏهن مون هن ناول جا ڇهہ باب لکي ڪنڌ ۾ اڇلايو اها وڏنڊڙ عمر آهي. عمر انسان کي مايوس ۽ محتاج ڪري ٿي، سوچن جا ڇڙواڳ گهوڙا رسا ڇنائي هيڏانهن ۽ هوڏانهن ڊوڙن ٿا. انهن کي لگام ڏيڻ لاءِ هم مرڪزيت (Concentration) ۽ واڳون هٿ ۾ رکي رستو متائڻ لاءِ لکڻ جو سهارو وٺڻو پوي ٿو. انسان زندگيءَ تي سوچي، موت کي مايوس ڪري ٿو.

مون کي هي ناول لکي دلي سڪون مليو. ڪجهہ ڏينهن اهڙي دنيا جو سير ڪيو جيڪا منهنجي پنهنجي دنيا هئي. ان دنيا جو در دوستن لاءِ کليل آهي.

رسول ميمڻ
ڪراچي
03 اپريل 2019ع

# (1)

اهو سومهڻيءَ جو وقت هيو. نماشام جي اُداسي رات جي ڦهلاءَ کي سُرمئي رنگ مان ڪارو ڪري وجهندي آهي. ستارا ان انتظار ۾ هوندا آهن ته ڪڏهن ٿو انهن کي چمڪڻ جو موقعو ملي. ستارا ڳوڙهن جيئن هوندا آهن. فرق اهو آهي ته ستارا اونده ۾ چمڪندا آهن ۽ ڳوڙها روشنيءَ ۾. پر عثمان عليءَ جا وهندڙ ڳوڙها، نه روشنيءَ ۾ چمڪندا هيا، نه اونده ۾. ڇو جو عثمان علي دل ۾ روئندو هيو. دل جا ڳوڙها بوندن جيان نه ڳڙندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو دل پاڻ سيني ۾ قاتل ڳوڙهي جهڙي آهي.

ليارِي نديءَ جي اولهه ۾، جتي ڪڏهن ڪنين ۾ سرنه مهڪندي هئي ۽ ڪٽڪ ۾ لابارا پوندا هيا، اتي انسانن جي رت جي بوءِ ان ڳالهه جو يقين ڏياري رهي هئي ته هاڻي ڌرتيءَ تي گلاب نه ٽڙندا آهن. ليارِي ندي جيڪا هڪ چير جيان هئي جنهن جي زخم مان روڳ وهندو سمنڊ ۾ ڪري پنهنجو داستان ٻڌائي رهيو هيو. ليارِي ندي جنهن جي بوءِ، تاريخ جو وجود ميلن ڪان محسوس ڪري، انڪري اوڪارا نه ڏيندو هيو ته اها بوءِ وقت جو حصو هئي. وقت ۽ تاريخ الڳ نه آهن. وقت قاتل آهي. وقت مقتول آهي ۽ تاريخ وقت جي مزار آهي.

عثمان علي، جو گهر لياري ندي، ڪناري اهڙي هنڌ هيو جتان هڪ سوڙهي گهٽي بغير پلستر جي اگهاڙن، بلاڪن وارن ننڍين گهرن جي وچ مان لنگهيندي، ٻين گهٽين کي ساڻ ڪري گل پائي، وٽ موڙڻي ۽ سندس پائرن جي ڍٺل قبرن وٽ اچي تي ڪٽي. اتي غير قانوني ٽرڪ اڏي جي قبضي گيرن پاران قبرن کي ڍاهڻ لاءِ هنيل هٿوڙن ۽ ٽيڪمن جا نشان ڄڻ ڪنهن انقلاب جا نشان بنجي چڪا هيا.

عثمان علي ان گهر ۾ پوڙهي پيءُ سان رهندو هيو. پوڙهي پيءُ سڄي عمر محنت ڪئي، محنت جو ڦل امن جي ڏينهن ۾ ملندو آهي، امن نہ هجي تہ محنت فيڪٽريءَ کي لڳل باهہ ۾ سڙي ويندي آهي. محنت جو ڦل نہ ملڻ ڪري ان سڄي زندگي غربت ۾ گذاري، اهو هاڻي سڀ ڪم ڇڏي ٻہ ڪم ڪندو هيو. ماني ڪائيندو هيو ۽ نماز پڙهندو هيو. ماني ان لاءِ ڪائيندو هيو تہ نماز پڙهي سگهي پر نماز ان لاءِ نہ پڙهندو هيو تہ ماني ڪائي سگهي. مولا ماني ڏيندو آهي پر مولا کان ماني وٺڻ عثمان علي ويندو هيو. جيڪو هڪ اسڪول ۾ تاريخ جو ماستر هيو ۽ کيس پهرين تاريخ جو سخت انتظار هوندو هيو. ڇو جو پگهار ڪانسواءِ گذرندڙ هر تاريخ کيس پورس جي هاٿيءَ جيان لتاڙي ويندي هئي.

عثمان علي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيو هن پاڪستان چوڪ تي پريس ۾ پروف ريڊنگ ڪئي، هن پئسا بچائڻ لاءِ منجهند جو ويلو ٽاري، سلمان پڪوڙائيءَ جا سموسا کائي سپر مارڪيٽ جي سبيل جو پاڻي پيتو، جيڪو تاثير ۾ وراڻي وٽ نهيل قلندري ڪينٽين جي چانهہ جي ڪاڙهي جهڙو هيو. غريب پئسا بچائي تعليم حاصل ڪندو آهي/پر تعليم تڪليفن کان غريب کي بچائي نہ سگهندي آهي،/غريب وڏيڪ تعليم حاصل ڪري وڏيڪ تڪليف ۾ پئجي ويندو آهي. هو نوڪري ائين ڳوليندو آهي جيئن پاڻ وڃائجي ويو هجي. جيئن پئسو پئسي کي ڇڪيندو آهي، ائين نوڪريون نوڪري کي ڇڪينديون آهن، جن وٽ نوڪريون هونديون آهن، اهي نوڪريون ڏئي سگهندا آهن.

عثمان عليءَ بہ تعليم حاصل ڪئي ۽ عشق ڪيو ڪيس تاريخ ڄاڻ ڏني ۽ عشق رولي وڌو. عثمان عليءَ جي عشق جو داستان، سسئي پنهونءَ جو داستان نہ آهي پر اهو داستان آهي ئي ڪونہ. ڇو جو داستان انجام کي پهچندو آهي ۽ عثمان عليءَ جو داستان ائين هيو جيئن موسيقار جون آڱريون ڪٽيل هجن. ساز سلامت هجي ۽ موسيقار مجبور. وقت جي تند تيز ڇريءَ جيان هٿن تي هلي هجي ۽ آڱريون وڍجي ويون هجن. اکين کي آڱريون هونديون آهن. جڏهن هن پهريون دفعو سوپيا کي ڏٺو تہ ان جون اکيون آڱرين ۾ تبديل ٿي هن جي دل کي ڇُهنديون هليون ويون. سوپيا ايرندڙسج اڳيان پوري بادل مان چٽندڙ ڪرڻن جيان هئي.

ڪو سج کي اغوا ڪيئن ڪري سگهي ٿو؟ ڇا ڪائنات مان چنڊ چوري ٿي سگهي ٿو ۽ ستارا پڃري ۾ قيد ٿي سگهن ٿا؟ پر ظالم دنيا ۾ هر شيءِ ممڪن آهي. سوپيا کي هن سامهون اغوا ڪيو ويو هن جيان هجوم اڪيلو هيو.

اها سُرمئي سانجهي جڏهن رات ۾ بدلجي وئي تہ هر شيءِ اوندهہ ۾ پورجي وئي، سج جي خوف کان رات اکين ۾ لڪيل هوندي آهي. سج اوجهل ٿيندو آهي تہ رات نڪرندي آهي. رات جي روشني اکين کي انڌو ڪري وجهندي آهي. اها رات جڏهن نروار ٿي تہ عثمان علي پوڙهي پيءُ سان ان ڪمري ۾ ويٺل هيو جتي اڱر ۾ ٽانڊا ٽمڪي رهيا هيا. چٽنگ جو تجلو ڏسڻ لاءِ اوندهہ جو هجڻ ضروري آهي. ٽانڊن جون چٽڱون عثمان عليءَ جي اکين ۾ تجلا ڏئي رهيون هيون، پوڙهو پيءُ مانيءَ جا گرهہ ڏندن بنا ائين چٻاڙي رهيو هيو جيئن رزق کي چُميون ڏيندو هجي. گرهہ چٻاڙيندي ان جو آواز اوندهہ ۾ اٿيو.

"عثمان پاڻي پري آ... وضو ڪرڻو آهي."

عثمان علي اُٿيو ۽ ان جاري ۾ ٽانڊن جي روشنيءَ تي چمڪندڙ پتل جو ڪرمنڊل کنيو پتل جي ڪرمنڊل تي ٽانڊن جو عڪس ائين هيو جيئن هيڊي جسم تي رانيوٽا پاتل هجن.

"بابا... پاڻي تہ آهي ڪونہ... ڪٿان پريان؟" عثمان عليءَ چيو.

پوڙهي پيءُ گرهہ چپاڙيندي چيو:

"ٻڪايل جي وات ۾... يا ڏڪايل جي اکين ۾ ڳولهيندي تہ پاڻي ملي ويندو."

عثمان علي ڪنڌ هيٺ ڪري گهر کان ٻاهر نڪتو هن ڪنڌ کڻي مٿي ڏٺو اها عجيب رات هئي، جيئن اڄ ڪٽ الم ڪري رات جو ماتمي لباس پراڻو تي ڦاٽي ويو هجي. نائين تاريخ جو چنڊ نامڪمل هيو. ان جو اڌ پاسو شڪل هيو اهو اڌ رنگو نہ هيو. اڌ رنگو انسانن لاءِ هوندو آهي، جيئرو اڌ. مئل اڌ کي سهارو ڏيندو آهي. چنڊ اڌ هجي تہ وڇوڙي جي علامت هوندو آهي. سوپيا جو وڇوڙو. سونهري وارن واري سوپيا جنهن کان چنڊ متاثر هيو چنڊ جي روشني سوپيا جي چانڊوڪي هئي. نائين تاريخ جو چنڊ اڌ اونداهو اڌ روشن. سوپيا کي ياد ڪري عثمان عليءَ جي اکين ۾ ڳوڙها ترڻ لڳا. ماڻهو پاڻيءَ ۾ ۽ پاڻي اکين ۾ ترندو آهي. اکيون جسم جي پريل جام جو ڪنارو آهن ۽ ڪنارن کان پاڻي ڇلڪي پوندو آهي.

عثمان عليءَ ان کان اڳ لياري نديءَ ڪناري ڪڏهن ٽانڊاڻا نہ ڏٺا. ڪنارن تي ڍورن جي ڍونڍ تي نچندڙ ٽانڊاڻا. بوءِ جي احساس کي زائل ڪرڻ لاءِ ڪافي هيا. پر اهو سڀ غير فطري هيو ڍونڍ تي ٽانڊاڻن جو ناچ ۽ گلابن ۾ ڍونڍ جي بوءِ. ستارا ۽ ٽانڊاڻا ريس ڪن ٿا. ستارا. مئل آسمان ۾ زندگيءَ جي علامت آهن. آسمان ڍونڍ آهي ۽ ستارا. ٽانڊاڻا.

عثمان علي آباديءَ کان نديءَ ڏي ويندڙ لاهي لهي هيٺ آيو ۽ ان برمي وڻ اڇي بيٺو جنهن جو هٿيو ڪو لاهي ويو هيو. اهو پراڻو برمو جنهن کي لڳل ڪٽ هينان وهي ويل پاڻيءَ جا نشان هيا. ائين هيو جيئن منڊي ڪٽيل ماڻهو شهر ۾ انسانن جون منڊيون ڪٽجي رهيون هيون. خودڪش ڌماڪا ٿي رهيا هيا. نسلي ۽ مذهبي فساد عروج تي هيا. مسجدون محفوظ نہ هيون. دهشتگرد حڪمران هيا ۽ حڪمران دهشتگرد. قانون ڪاغذن ۾ قيد هيو ۽ امن خواب جيان اهڙي ننڊ جي انتظار ۾ هيو جيڪا ننڊ گولين ۽ ڌماڪن جي آواز ۾ ڦٽيل هئي. روڊن. رستن. تعليم گاهن ۾ استادن. پروفيسرن. ڏاهن ۽ تعليمدانن کي قتل ڪيو ويو. فيڪٽرين کي باهہ ڏني

مزدورن کي ساڙيو ويو، وڪيلن، ڊاڪٽرن ۽ اديبن کي سرعام گولين جو کاج بنايو ويو. شهر جي هر پٽ خوف کان ڏڪي رهي هئي. هر پٽ جي ڏار ۾ خوف لڪيل هيو.

بي رحم حڪمرانن جي ڪرسيءَ اڳيان ٽيبل ۾ خفيا خانو هوندو آهي. ڪرسيءَ تي ويهڻ کان اڳ اهو دل ڪڍي خفيا خاني ۾ رکندو آهي. فيصلي ڪرڻ وقت ڪيس دل نہ هوندي آهي. جنهن کي ڪو ماري نہ سگهندو آهي، ان کي دل ماريندي آهي.

اوڻٽيهہ سالن جي عثمان عليءَ اهڙو وقت ڪڏهن نہ ڏٺو وقت تڏهن ڏسبو آهي جڏهن ان جا ڪانٽا چمي وڃن، ڏکيو وقت نہ گذرندو آهي. ڏکي وقت جون گهڙيون صدين تائين ڦهليل هونديون آهن ۽ سکيو وقت، وقت نہ هوندو آهي.

نائين تاريخ جي چانڊوڪيءَ ۾ پنهنجي پاڇي کان ڊنل عثمان عليءَ پٽ ورائي ڏٺو ان جو پاڇو نہ هيو. پاڇو عثمان عليءَ جي خوف کان اوندهہ ۾ لڪيل هيو. اها رات رني نہ هئي پر ستارا سُڏڪن جان نشان هيا. نائين تاريخ جو چنڊ سوپيا جي نہ وسرندڙ مرڪ جيان چڻ سچ جو انتظار ڪري رهيو هيو. امن اهڙو پکي آهي جيڪو چرڪ پري اُڏامي ٿو بدامنيءَ جي ڏينهن ۾ امن جو آکيرو هوا ۾ هوندو آهي.

هو پتل جو ڪرمنڊل ڪٽي هلندو ان هائڊرنٽ وٽ پهتو جيڪو عرصو ٿيو بند ٿي چڪو هيو ڪنهن وقت نديءَ ڪناري نصب ٿيل پائيپن مان صاف پاڻي ڇڪي ڪڍيو ويندو هيو ۽ واٽر ٽينڪر قطارن ۾ بيٺل هوندا هيا. هاڻي ان هائڊرنٽ جو ڪو نانءُ نشان نہ هيو. گذريل هڪ سال کان نديءَ جي ڪوٽائي ٿي رهي هئي. ان کي وچ تان کوٽي گهرو ٿي ڪيو ويو جيئن گندو پاڻي هڪ نالي جي صورت ۾ ان مان گذري سگهي. لياري ندي جيڪا ويڪر ۾ ڪنهن درياهہ کان گهٽ نہ هوندي هئي، هاڻي ان جي ٻنهي ڪنارن تي روڊ ٺهي رهيا هيا. ايراضي نہ هجڻ ڪري لياري نديءَ کي گهرو ۽ سوڙهو ڪري پاسن کان پٿر ٿي وڌا ويا. ڪيترن هنڌن تي اورهيڊ پليون ٺاهي ڪنارن کي پاڻ ۾ ملايو ٿي ويو. نديءَ جي کاٽيءَ دوران انڪل سورهن فوٽ

هيٺ هڪ پل ظاهر ٿي هئي. اها هڪ پٿر جي پل هئي. اها دفن ٿيل پل ڪنهن مري ويل پل جو ڍانچو هئي. پل جا هڏا پٿر جيان سخت هيا. ان تي قدمن جا نشان مٽجي چڪا هيا. اها پل جيڪا ڪنهن وقت خوبصورت ۽ صاف هوندي، هاڻي گندگي ۽ گپ مان ائين ظاهر ٿي هئي جيئن ڪنهن ماضيءَ جي تذليل ڪئي هجي.

ليارِي نديءَ ۾ سورهن فوٽ هيٺ هڪ پل جو ظهور ڪنهن وسري ويل خواب جيان هيو هڪ اندازي موجب اها پل اٽڪل ٻن ڪان اڍائي سئو سال پراڻي هئي. انگريزن جي دؤر جي اها پل جنهن کي اوجهل ٿئي گهڻو وقت گذري چڪو هيو زبون حال هوندي به سالم هئي. پٿر جي ويڪرن ۽ ڏگهن ٿيمن تي بيٺل اها پل جنهن جي صلين ۾ اجان به ڪنهن بي رحم فوج جي ڇڙواڳ گهوڙن جي سنبن سهڻ جي قوت هئي، اها پنهنجي پراسرار پاڇي سان ائين ڏسجي رهي هئي جيئن وقت ڄمي پٿر ٿي ويو هجي.

نائين تاريخ جي چنڊ هينان عثمان عليءَ کي پري کان اها پل ائين پئي نظر آئي جيئن ڪنهن پٿر جي اُجڙيل محلات جا تراشيل دروازا، جيڪي نديءَ جي گهرائيءَ ۾ پهاڙن تي پوندڙ وڏ ڦڙي وسڪار ۾ گهوڙن جيان ڏڪندڙ سانوڻ جي پاڻيءَ جو انتظار ڪري رهيا هيا. جنهن پاڻيءَ تي ڪڏهن پوکون ٿينديون هيون ته ڏرتي جيڪا هاڻي بي گناهن جي رت سان ڳاڙهي هئي ڪڏهن سائي ۽ سيبتي هئي.

عثمان عليءَ کي ڪتي به پاڻي نه مليو هو هلندو نديءَ وٽ ڪناري تي پهتو جتي هيٺ اها پل ٻئي ڪناري تائين وڃي رهي هئي. هن سوچيو ٿي سگهي ٿو نديءَ جي ٻئي ڪناري پاڻي ملي پوي اهو سوچي هو نديءَ ۾ هيٺ لٿو سندس پير ڪوٺيل مٽيءَ ڪري ترڪيا ٿي ويا. هن پاڻ سنڀاليندي ڪرمنڊل جهلي هيٺ لهڻ جي ڪوشش ڪئي. هن محسوس ڪيو جيئن هيٺ لهندو ٿي ويو ڪيس ڪوهيڙو ورائيندو ٿي ويو. سيارو هوندي ايتري ٿڌ نه هئي پر نديءَ جي گهرائيءَ ۾ ٿڌ برداشت کان ٻاهر هئي. هن جو جسم ڏڪڻ لڳو سندس پير پل طرف ڇڪبا ٿي ويا ۽ هو ٿيڙ ڪائيندو وڃي پل تي پهتو هن نظر کڻي ڏٺو اتي چانڊوڪيءَ ۾ آڙيون اڏامي رهيون هيون ۽ ٽانڊاٽا

هڪ هجوم جي صورت ۾ ڪيس رستو ڏيکاري رهيا هيا. هن پل ڪان هيٺ ڏٺو مرجهايل ڪنول جا گُل دل نما ساوڻ پنن تي ڪنڌ رکي آخري ساهه کڻي رهي هيا. هو پل تان هلندو نديءَ جي ٻئي ڪناري پهتو. مٿيءَ جي چاڙهي چڙهي، پيل پٿرن تي قدم رکندو جڏهن مٿي پهتو ته سندس ساهه ٺوڪجي ويو. هن ڪنڌ کڻي جيئن وڏو ساهه کنيو ته سندس نظر چنڊ تي پئي، هن جي حيرت جي حد نه رهي، هن ڏٺو نائين تاريخ جو چنڊ، چوڏهين تاريخ ۾ تبديل ٿي چڪو هيو.



**(2)**

جڏهن هو پُراڻي پل تپي نهر جي ڀڻي پاسي آيو تہ اها ساڳي ڪراچي نہ هئي. لياري نديءَ جي پراڻي پل جو رستو ان ڪراچيءَ ڏانهن ٿي ويو جيڪا سوَ سال پراڻي هئي. عثمان عليءَ محسوس ڪيو. اهو سڀ خواب آهي. هن پاڻ کي جاڳائڻ لاءِ وچڙي ويل محبوبا کي ياد ڪيو. سوپيا جي درد جي سٽ هن جي سيني مان اڀري. آهہ ۾ بدلجي وئي. هن ڳوڙهن جي لوٽاٽ چڪي محسوس ڪئي. درد جو ذائقو ڪيس يقين ڏياري رهيو هيو تہ اهو خواب نہ. حقيقت آهي. هو اکين سامهون جيڪي ڏسي رهيو هيو اهو وهم يا گمان نہ هيو پر ان وقت جي ڪراچي هئي جڏهن سيٺ نائون مل پيشانيءَ تي انتقام جو تلڪ هڻي ڏوتي پائي بيٺل هيو ۽ ان جي ڏوتيءَ جا ور هوا ۾ وشال سمنڊ جي ڇولين جيان لهرائي رهيا هيا. هن ڪراچيءَ جي ڪوٽ تي رکيل توپن سان انگريزن جو مقابلو نہ ڪيو پر توپن ۾ گولا وجهي هلائي انهن جو آڌرڀاءُ ڪيو هن ٽالپرن کان پنهنجي پيءُ هوتچند جي ظهر جو پلاند سندن جسم جي چمڙي لاهي ورتو.

اُها ان وقت جي ڪراچي هئي جڏهن دنيا ۾ پهرين مهاڀاري جنگ ڇڙيل هئي ۽ ڪراچي جي اهميت وڏي وڃڻ ڪري ننڍي ڪنڊ جا ماڻهو ايڏانهن رُخ ڪري رهيا هيا. هر هنڌ عمارت سازي ٿي رهي هئي. منگهي پير

جي پهاڙن ۾ مدفون سنگ مر مر کان ڪوهستان جي هيٺين پٿرن کان گهڙيو پري ڪارونجهر جي ڳاڙهن پٿرن جون چٿيون تراشجي مجسمن. گُل ساز پيمن ۽ وڪڙ ڏنل ڪنول جي ولين جهڙين ڪمانين تي بيٺل عظيم عمارتن. ڪنهن سخي مرد جي وسيع دل جهڙن ايوانن. هيبتناڪ عدالتن ۽ ديو جيڏين بلند ويالا تجارت گاهن. سون جي سڪن سان جهنجهيل بينڪن. صاف وسيع رستن. روڊن ۽ روڊن جي ڪنارن کان چٽ هٽي. بيٺل پپل ۽ ٻڙ جي وڻن ڪراچيءَ کي عروج بخشيو هيو عثمان عليءَ روڊ تي هلندي عظيم ٻڙن جي لڙڪندڙ پاڙن کي ڏسي محسوس ڪيو خوشحالي ۽ امن جي ڏينهن ۾ ٻڙ جو وڻ موج ۾ اچي پنهنجين لڙڪندڙ پاڙن ۾ پاڻ لڏندو آهي.

هو هلندو شهر جي مرڪزي روڊ تي آيو ته هڪ ٽرام گهنٽيون وڄائيندي هن جي پرسان لنگهي وئي. ماڻهو پرجوش ۽ خوش هيا. اتي هر عورت حسين هئي. جڏهن اک خوف کان آجي هجي ته هر شيءِ ۾ حسن نروار ٿيندو آهي. عثمان علي شهر جي سحر ۾ ڦاسي پيو. اتي رات هوندي جڻ سج آسمان ۾ بيٺل هيو اها رات جي منجهند هئي ۽ ڏينهن پاڇن ۾ سڙيو پئي. شرابخانا ۽ بتخانا روڊ جي پاسي ساڳي صف ۾ هيا. مسجدن جو محافظ خدا پاڻ هيو. ناد هيو سنک هيا. گلن سان سينگاريل ڪليسائن جا صليب ٻانهون کڻي عيسا جو انتظار ڪري رهيا هيا. چرچ جي گهنڊ تي وقت جي اهميت جو احساس پئي ٿيو ممبر ۽ محراب تان بلند ٿيندڙ آواز امن جي اڇن ڪبوترن جيان اڏامي شهر جي هر ڪنڊ ۾ دلين جي آکيرن ۾ ٿي لٿو. جڏهن هو جيمس روڊ ٽپي اڳتي وڌيو ته هڪ شرابخاني اندر ڳاڙهي سائي روشنيءَ ۾ ڪيس اڌ اگهاڙو ٿڙڪندڙ جسم نظر آيو اها هڪ ملاٽو نسل جي ڪيبري ڊانسر هئي جيڪا نچندي هڪ نانگ کي هٿن ۾ جهلي غلط طريقي استعمال ڪري رهي هئي. روڊن تي گهمندي عثمان عليءَ ڏي ڪنهن جو ڌيان به نه ويو. هو ڪرمنڊل هٽ ۾ جهلي روڊن تي هلندڙ عام رواجي شخص ڏسجي رهيو هيو ان جي پرائي سلوار قميص هر دؤر جو فيشن هئي. اتي هر ڪو پنهنجي ڌن ۾ مگن هيو ڪو حجاب نه هيو. ڪو پرود نه هيو هن راهه هلندي هڪ شخص کان پڇيو:

"مون کي ٻڌاءِ، هيءَ ڪهڙي جاءِ آهي. مان رستو وڃائي ويٺل مسافر آهيان. سمجهه ۾ نه ٿو اچي پنهنجي ڪيفيت ڪيئن ظاهر ڪيان. توکي يقين نه ايندو."

ان شخص بيهي عثمان عليءَ جو جائزو ورتو اهو ائين ڏسي رهيو هيو جيئن سندس نظر گهٽ هجي. اهو وڏين مڇن وارو پڳ پاتل شخص هيو جنهن جي ڏگهي چولي هيٺان ٻڌل ڌوتي ايڏي ڍلي ڏگهي محسوس ٿي رهي هئي جڻ ڇاڻ ڇڙڻ واري هجي.

"هيءَ ڪراچي آهي." ان شخص چيو. "مٽي پاٽيءَ تي فصل اپرندا آهن ۽ ٻاڙي پاٽيءَ تي عمارتون. هت سمنڊ جو ريج اچي ويو آهي ۽ زمين ۾ دفن رت ڦڙا، ٻج بنجي عمارتن ۾ اپريا آهن."

ان شخص جو جواب ٻڌي عثمان علي دنگ رهجي ويو ٻوءِ پڇيو:

"ڇا تون عالم آهين؟"

"نه" ان شخص چيو. "خوشحاليءَ جو جاهل، بدحاليءَ جو عالم هوندو آهي."

عثمان عليءَ محسوس ڪيو اهو اڌاوت جو دؤر، ان شهر جو ناياب دؤر هيو.

"ڇا انگريز راڄ هوندي، انهن خلاف ڪا نفرت نه آهي؟" هن وري پڇيو.

راهه ويندڙ شخص هن کي هڪ پيرو پيهر غور سان ڏنو ۽ چپ ٿي ويو. جيئن سوچيندو هجي ته هي ڪو انگريز راڄ جو مخالف شخص ته نه آهي.

"ها نفرت آهي." ان شخص جواب ڏنو. "ڪجهه تنظيمون آهن جيڪي انگريز راڄ جي خلاف ۽ انهن کان آزاديءَ جي حق ۾ آهن."

"مون ته ڪا اهڙي نفرت جي ڳالهه محسوس نه ڪئي آهي." عثمان عليءَ چيو.

ان شخص مُرڪندي هن کان موڪلائيندي چيو. "هوشيار ٿجانءِ واقعا وقت نه ڏسندا آهن."

اهو شخص هليو ويو ۽ عثمان علي ان شهر ۾ واٽڙن جيان گهمندو رهيو. هو نيپيئر روڊ کان هلندو ڊينسو هال وٽ پهتو تہ هڪ انگريز جنهن جا مهاندا نيپولين سان ملي رهيا هيا, اهو نشي ۾ ڏٽ هن وٽان لنگهيو.

"او, ڪارا ڪرسچين الفرڊ" ان ٿيڙ کائيندي چيو "تون ڪلڪتي کان هتي پهچي وئين؟"

عثمان علي هيسجي ويو ان هٻڪندي ڳالهايو.

"مان الفرڊ نہ آهيان" هن چيو "پر هڪ پڪيل مسلمان آهيان. جيڪو رستو وڃائي ويٺو آهي."

انگريز مرڪيو تہ نشي کان هن جي هڪ واڇ هيٺ لهي آئي.

"تہ پوءِ تون ڪنهن انگريز پوبان اچ, جنهن اڳيان سوَ رستا کليل هوندا آهن." ان چيو.

عثمان عليءَ دل ۾ چيو جيڪڏهن هن ڪي پنهنجو رستو ڏيکاريان تہ مستقبل جي مونجهہ ۾ مري وڃي. پوءِ هن چيو:

"اي عظيم انگريز توهان جا رستا بہ عظيم آهن, جنهن سپهہ سالار سنڌ فتح ڪئي ان سپهہ سالار جو نالو شهر جي لال بازار تي آهي."

انگريز هن ڪي حيرت مان ڏٺو ۽ پڇيو "لال بازار ڪٿي آهي؟"

"نيپيئر روڊ" هن آڱر سان اشارو ڏيندي چيو.

اهو انگريز تجسس مان اوڏانهن وڌيو پر ايتري ڪا بہ لال بازار نہ هئي.

ڊينسو هال وٽ مليل ان انگريز متعلق عثمان علي سوچيندو رهيو. ماڻهو ان کي ياد ڪندو آهي جيڪو ڪيس ڏکيو وقت ڏيندو آهي, شريف ماڻهو محلي وارن کان بہ وسري ويندو آهي. ڏکيو شخص دهشت جيئن چانيل هوندو آهي,هڪ انگريز جون بونا پارٽ جهڙيون مڇون, مڇن جا وڪڙ ۽ انهن جو تسلسل ڏاڙهيءَ سان گنڍيل. ڇا ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو هڪ رعبدار چهرو يا دشمن جو نہ وسرندڙ روپ؟ فاتح حواسن تي حاوي هوندو آهي.

اها رات ظالم جي زندگيءَ جيان ڏکي هئي. چوڏهينءَ جو چنڊ آسمان تي ائين ڏسجي رهيو هيو جيئن سوا نيزي تي لهي آيو هجي. شهر ڏينهن جيان روشن هيو. ڪڏهن قانون جي حڪمراني نه هجڻ ڪري منجهند جو اونده هوندي آهي پر اها اڌ رات منجهند جيان روشن هئي.

عثمان عليءَ کان هر شيءِ وسري وئي. هو ان پيءُ کي وساري ويٺو جيڪو وضو لئي پاڻيءَ جو انتظار ڪري رهيو هيو. هن کان اهو گهر ۽ گهٽي وسري وئي جنهن ۾ گند جا ڍير هيا. هن کان لياري نديءَ جو پيو ڪنارو وسري ويو جتي وهندڙ گٽر جي بدبوءِ هئي. هو شهر جي سحر ۾ گم ٿي ويو.

جيڪڏهن هڪ رات ۾ هزار راتيون سمائجي وڃن ته اها انتظار جي رات هوندي آهي/اها رات جڏهن عثمان عليءَ جي نه ڪٽندڙ رات هئي ۽ نه ڪٽندڙ رات موت جو ٻيو نانءُ آهي/ پر شهر جي رونق. اڏجندڙ عمارتون. هڪ ملائتا عورت جو نانگ هٽن ۾ جهلي ناجائز ناچ. مئخانا. آمد ۽ رفت. پئسي جي ريل پيل. روڊن تي ٽهيل پٽڙين مٿان ڪيهه جهڙا ڪونئرا ماڻهو ڪٽي ٽرامن جي اچ وڃ. بينڪون. پوسٽ آفيسون. محلاتن جهڙيون عدالتون. هيڊي ڳاڙهي پٿر جي اڀرندڙ عمارتسازي. پهرين جنگ عظيم جا چوبول. ڪلهن تي سنگينين سان سجايل ڊگهيون بندوقون ڪلهن تي ڪٽي گذرندڙ ٺهڪ ڏيندڙ فوجي. جسمن جي اڌ عرياني. اس کان بچائيندڙ خاڪي ٽوپلا. اڇا ململ جا پٽڪا. خاڪي ورديون. ڍليون ڌوتيون. سنها ڪڙتا. رعبدار مڇون. مني اسڪرٽ. آر تي پريل گهگهرا. نشيليون اکيون. ڪڪا وار. سمنڊ جي واءَ تي جهومندڙ زلف. شهر جي هر شيءِ ايڏي ته تڪڙ مان ٺهي رهي هئي جيئن ڪنهن وليءَ جي مزار. جنهن کي فرشتا ٺاهي رهيا هجن ۽ انهن کي اها سج اڀرڻ کان اڳ مڪمل ڪرڻي هجي.

عثمان عليءَ پاڻيءَ جي ڳولها شروع ڪئي. هو گارڊن کان ٽيندو ٽورو مٿي اهڙي هنڌ پهتو جتي هڪ قلعو هيو ۽ قلعي جي در تي ٻه سپاهي بيٺل هيا. هو وڏي قلعي جي در وٽ آيو. در تي بيٺل سپاهين هن کي ائين ڏٺو جيئن هو ماڻهو نه. پر ماڻهوءَ جهڙي ٻي ڪا شيءِ ڏسندا هجن. انهن هن کي روڪيو ۽ پڇيو:

## اڪ چنبو

"تون ڪير آهين؟ پنهنجي سڃاڻ ڪراءِ"

هن ڪيسي ۾ هٿ وڌو ۽ پنجن روپين جو سڪو ڪڍي ٻين ڏيکاريو. سپاهين سڪو ورتو ۽ پوءِ غور سان ڏسڻ لڳا. انهن جهنڊا جي تصوير ڏٺي ۽ در کولي ڇڏيو.

عثمان علي قلعي اندر اهڙي هنڌ پهتو جتي انگريز فوجين جا گهر هيا. ڪيس پري کان ٽهڪ پڌڻ ۾ آيا. هو اوڏانهن وڌيو ٽهڪن جا آواز هڪ ننڍي پٽ پويان اچي رهيا هيا. هن همت ڪري پٽ وٽ بيٺل گهاٽن وڻن جي اوٽ مان مٿي ٿي اندر ڏٺو. اتي ڪجهه نوجوان عورتون هيون جيڪي هڪ نيري پاڻيءَ جي حوض وٽ بيٺل هيون. اڳيان گاهه ۽ ٻوٽا هيا. وڻن جون گهاٽيون لامون هيون ۽ پري تائين جهنگلي نيرن گلن جون وليون هڪ ٻئي ۾ وچڙيل هيون.

عثمان عليءَ سوچيو جيڪڏهن هو پٽ ٽپي اتي جهاڙين پويان لڪي پوي ته عورتن جي وچ ڪانپوءِ ڪرمنڊل پاڻيءَ جو پري سگهي ٿو. هن اهو سوچي در وٽ بيٺل سنتريءَ کان نظر بچائي، احتياط سان ٽانگ وراڻي اها پٽ پار ڪئي ۽ هيٺ جهڪي لامن پويان لڪي پيو. هاڻي هن کي عورتن جا چهرا صاف ڏسجي رهيا هيا. اهي ست سنڌي عورتون هيون جن جي وچ ۾ هڪ نوجوان خوبصورت عورت بيٺل هئي. نوجوان عورت کي ڏسي عثمان عليءَ جا هوش اڏامي ويا. هن غور سان ڏٺو اها سوپيا هئي. جنهن جا وار وقت جي واءُ ۾ ڪڪا ٿي چڪا هيا. سندس روشن ۽ مرڪندڙ چهرو ساڳيو جيئن يونيورسٽيءَ جي ڏينهن ۾ هوندو هيو ان جو قد ڪاٺ ۽ جسم جي بيهڪ سوپيا جهڙي هئي، سندس چهري جا نقش، ويڪريون پُر رونق اکيون، خوبصورت نڪ، گلابي چپ، روشن پيشاني ۽ اپريل ڳل سڀ سوپيا جا هيا. عثمان عليءَ ڏٺو اها سندس وڇڙي ويل محبوبا هئي. جنهن کي هو ڪيترا سال ڳولهيندو رهيو پر ڪيس اها نه ملي. ان جي چهري تي وڇوڙي جو ڪو تاثر نه هيو ماضيءَ جو ڪو ارمان نه هيو اها خوش هئي ۽ سندس ٽهڪ وڻن تي ويٺل بلبلين کي پريشان ڪري رهيا هيا. ست سنڌي عورتون ان جون ٻانهيون هيون. جن سان هوءَ وڏي پيار مان ڳالهائي رهي هئي.

"حوض ۾ چنڊ ڪنهن جو انتظار ٿو ڪري؟" هڪ ٻانهيءَ شرارت مان چيو.

سڀ ٻانهيون ڪليون ته انهن جا ٽهڪ ڪونجن جيئن اڏاٿا. انهن نوڙي تلاءَ ۾ ڏٺو چوڏهينءَ جو چنڊ جڻ تلاءَ ۾ رهندو هيو عرش ۾ بيٺل چنڊ جو پاڇو انهن جي ٽهڪن تي لڏي رهيو هيو.

"پياري لزا" هڪ ٻانهي چيو. "دير نه ڪر. وهنجي وٺ. تلاءَ ۾ لهندينءَ ته چنڊ ذرا ذرا ٿي ستارن ۾ تبديل ٿي ويندو."

لزا ڪيس پيار مان ڳل تي هٿ هنيو ۽ شرمائجي ڪلي پئي.

"مان وهنجي نڪران ته نيرو جوڙو تيار رکجو." لزا چيو.

"ها" هڪ ٻانهي چيو. "تنهنجو تلاءَ مان نڪرڻ فجر جيان هوندو."

اهي ٽهڪ ڏئي ڪلنديون رهيون. انهن لزا جا ڪپڙا لاهڻ ۾ مدد ڪئي. لزا ڪنول جيان پاڻيءَ ۾ ترڻ لڳي.

لزا ڪرنل مارٽن جي اڪيلي ڌيءَ هئي. ان رات ڪرنل مارٽن گهر کان پري اهڙي بيرڪ ۾ ترسيل هيو جتي باغين تي نظر رکڻ لاءِ ميٽنگ هئي. ڪجهه ڏينهن کان اهڙا اطلاع اچي رهيا هيا ته شهر ۾ باغين جو هڪ گروهه ٻاهران آيل ماڻهن جي مدد سان ڪا تخريبي ڪارروائي ڪرڻ وارو آهي. بيرڪ ٻاهران تازادم گهوڙا بيٺل هيا. جن جا سوار پيغام رسائيءَ جو ڪم ڪندا هيا. هڪ آبنوسي ٽيبل تي ٻرندڙ پيٽرو ميڪس جي تيز روشنيءَ ۾ گورن حڪمرانن جا چهرا هيڊا ڏسجي رهيا هيا. منهوڙي جي اولهه ۾ اڏجندڙ لائيٽ هائوس جي پيلن پٿرن تي بيٺل سپاهي ڏور سمنڊ ۾ انڪري ڏسي رهيا هيا ته ڪين ڪا مشڪوڪ ٻيڙي نظر اچي ته هيڊ ڪوارٽر تي اطلاع ڏئي سگهن. پرسان ئي قديم جين مند جو ٻائو پرارٿنا ڪري لوبان ٽانڊن تي رکي ٻرندڙ دونهي جي واس ۾ سنک ڦوڪي رهيو هيو جيئن شهر جي امنيءَ کان بچي سگهي. شهر جا هندو انگريزن مان خوش هيا ۽ انهن جي راڄ قائم هجڻ جا خواهشمند هيا.

لزا کي ڏسي عثمان علي ماضيءَ ڏانهن ائين وهي ويو جيئن وقت جي وهڪري ابتو وهڻ شروع ڪيو هجي. جيئن درياهن جا رُخ بدلجي ويا

هجن. جيئن سچ رستو پلجي ويو هجي. جيئن چنڊ ۽ ستارا اونده کان بغاوت ڪري فنا ٿي ويا هجن. عثمان علي گذريل وقت کي ياد ڪري ڪڏهن مرڪيو پئي ته ڪڏهن اداس پئي ٿي ويو. سوپيا جنهن جي سونهن ۾ هر شئي روشن هئي. سوپيا جنهن جي سونهن زماني جي گردش کي متاثر ڪيو.

هو جهاڙين پويان لزا کي ڏسي سوپيا کي ياد ڪري سوچيندو رهيو. جيڪڏهن اها سوپيا نه آهي ته ان جو روح آهي. هو مري چڪو آهي ۽ مرڻ کانپوءِ عدم جي ان حد تي پهتل آهي، جتي ارواح قيد آهن. سندس من چاهيو ته هو اٿي سوپيا کي سڏ ڪري ۽ کيس يقين ڏياري ته هو اتي موجود آهي ۽ ڳولهيندو ان مقام تي پهتو آهي جتي موت کانپوءِ ملاقات جو در کليل هوندو آهي پر عثمان عليءَ کي يقين نه اچي رهيو هيو ته هو مري چڪو آهي ۽ موت کانپوءِ جا منظر ڏسي رهيو آهي. هن جهاڙين ۾ اپريل ڪنڊن جا زخم پنهنجي وجود تي محسوس ڪيا ۽ ڪنڊن جي رهڙن جا نشان ڏسي کيس يقين آيو ته روح رت کان پاڪ هوندا آهن. زخم ۽ زخمن مان وهندڙ رت رڳو جيئرن لاءِ هوندو آهي، هو جيئرو هيو ۽ وقت جي هر شيءِ جيئري هئي. هو. سوپيا. لزا ۽ لزا جون ست ٻانهيون. هڪ تلاءُ ۽ تلاءُ ۾ وهنجندڙ ڪونج. جنهن کي پاڻيءَ ۾ بيٺل ڪنول جهڪي سجدو ڪري رهيا هيا. عثمان علي سڀ محسوس ڪندي به اهو محسوس ڪري نه سگهيو ته اها هڪ انگريز عورت هئي، پر کيس پڪ هئي ته اها سوپيا آهي ۽ وقت کيس پنهنجي چار ۾ ڦاسائي هڪ عجيب ڪشمڪش ۾ مبتلا ڪري وڌو آهي. پوءِ هو لزا کي ڏسي سوپيا جي تصور ۾ گم ٿي ويو.



## (3)

هن تصور ۾ ڏٺو سوپيا باهہ جي تلاءَ ۾ وهنجي رهي هئي، ان جو ناسي جسم گلابي ٿي چڪو هيو هو بي وس تلاءَ ڪناريٰ سوپيا کي باهہ ۾ وهنجندي ڏسي رهيو هيو هن جي هٿن تي ٿوهر جا ڪنڊا هيا ۽ جسم ميڻ جو جيڪو باهہ جي شعلن کي ڏسي ٻرڻ لئي بي قرار هيو اهو باهہ جو تلاءُ نہ هيو پر وقت جو تلاءُ هيو. ان وقت جو جڏهن هر شيءِ باهہ ۾ سڙي رهي هئي، روڊ، رستا، گهٽيون، گهيڙ، چورنگيون، چوراها، املتاس، گلمهرا ۽ بيدمشڪ. وڻ جيئري خوشبوءِ ۽ مناس ڏيندو آهي، سڙي تہ بوءِ. دونهي جي بوءِ مان خبر پوندي آهي، ماڻهو سڙيو آهي يا وڻ پر انهن ڏينهن روڊن تي سڙندڙ ٽائرن، ماڻهن ۽ وڻن جي دونهي ۾ ڪو تفاوت نہ هيو.

عثمان علي تصور ۾ ماضيءَ طرف ائين موٽي ويو جيئن وقت جي واءُ جي تيز جهوٽي ڪيس ڪاهيءَ ۾ ڪيرايو هجي. هن ڏٺو هو سوپيا سان ڪلاس ۾ ويٺل هيو پروفيسر جي ليڪچر جو موضوع هيو{"نظرين جو مستقبل تي اثر" اهو چئي رهيو هيو: }

' "ارتقائي طور جڏهن انسان شعور ۾ آيو تہ تاريخ جي سفر ۾ ڪٿي بہ نظرين ڪان جان ڇڏائي نہ سگهيو اهو نصيحتن ۽ صلاحن جي دائري ڪان ٻاهر نڪري نہ سگهيو زندگيءَ جي ڏسيل اصولن ۽ اڳ گهڙيل راهن تي ان جا پير پٿون ٿي چڪا آهن. انسان انفرادي طور ڪڏهن بہ نہ سوچيو آهي، انسان اڃان بہ جانور جيان جذباتي آهي، ان وٽ سچ ۽ ڪوڙ جي سڃاڻ نہ آهي، هو جذبات جي ڏاري ۾ سچ کي ڪوڙ سمجهي ٿو ۽ ڪوڙ هن وٽ سچ ۾ بدلجي پوي ٿو مذهب، قومپرستي، ٻولي، ثقافت ۽ سياسي نظريا جيڪڏهن هن اڳيان پرجوش انداز ۾ پيش ڪيا وڃن تہ هو جذبات جي ڏاري ۾ وهندي

دير نہ ٿو ڪري، هن ڌرتيءَ تي انفراديت جو اعلان ڪفر برابر آهي، ان کي بغاوت تصور ڪيو وڃي ٿو. فطري طور انسان آزاد آهي ۽ ان کي حق حاصل آهي تہ ڪيس انفرادي فڪر جي اجازت ڏني وڃي، هو ڪنهن مذهب، ذات، قبيلي، قوم يا ملڪ کان اجازت وٺي ڌرتيءَ تي پيدا ڪو نہ ٿو ٿئي، جيئن هو پيدا ٿيڻ ۾ آزاد آهي ائين سوچ ۾ بہ آزاد آهي، خطي جا مروج نظريا، رواج يا مڙهيل ريتون ۽ رسمون هن تي لاڳو نہ ٿا ٿين. انسان جڏهن انسان جي روپ ۾ ڌرتيءَ کي قبول ڪندو تہ اها بهشت ٿي پوندي ۽ حورن جي سحر مان نڪري عورت کي مان ۽ رتبو ڏيندو ان جا پار فرشتا ٿي پوندا ۽ ڌرتيءَ جو پاڻي پي، شرابن طهورا وساري ويهندو." پوءِ پروفيسر دنيا جي صورتحال تي ليڪچر ڏيندي چيو: "اڄ مذهب ۽ معيشت جي نالي ۾ ملڪ سڙي رهيو آهي، اها باهہ دنيا ۾ ٻري رهي آهي، ترقي پسند سوچ جي مفڪرن، عالمن ۽ پروفيسرن کي کلي عام رستن تي گولين هڻي شهيد ڪيو وڃي ٿو حڪومتون ماڻهن جو بچاءُ ڪرڻ بجاءِ پنهنجو بچاءُ ڪن ٿيون. قانون خوف ۾ ورتل آهي، بدامنيءَ جو باز ڪنب ڪنديڙي اهڙن آنن تي آرو ڪري ٿو جن مان نڪتل پکي پاڻ کي ڪبوتر سڏائين ٿا. ڪجهہ عرصو اڳ هڪ فيڪٽريءَ کي باهہ ڏئي ساڙيو ويو جنهن ۾ سوين مزدور بي گناهہ سڙي ويا. ڊاڪٽرن ۽ وڪيلن کي ٽارگيٽ ڪلنگ جو نشانو بڻايو ويو. ٻارنهن مئي تي جهنگ ۾ جانورن جيان شهر ۾ انسانن جو شڪار ڪيو ويو مسجدن، مدرسن ۽ مجلسن کي آپگهاتي بمن سان اڏايو ويو معصوم ٻارن کي اسڪولن ۾ بي رحميءَ سان قتل ڪيو ويو. شهر ۾ ڌرڙا هڻي روڊ رستا بند ڪيا وڃن ٿا. روڊن تي ٽريفڪ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڦاٿل رهي ٿي، اصلحو ڏيکاري سرعام ڦرلٽ ڪئي وڃي ٿي، ڪرپشن عروج تي آهي، روڊ رستا گند جا ڍير بڻجي چڪا آهن، پرڏيهين کي روڪڻ وارو ڪير بہ نہ آهي. غير قانوني طور لکين ماڻهو داخل ٿي چڪا آهن. اهو سڀ انڪري ٿيندو آهي جو حڪومتون ان خوف ۾ ورتل هونديون آهن تہ ڪنهن مضبوط ڌڙي کي راضي ڪرڻ لاءِ ٻئي مضبوط ڌڙي خلاف ورتل ايڪشن ڪري اهو ناراض ٿي ويندو ۽ حڪومت خطري ۾ اچي ويندي انڪري حڪومتون آسرن ۽ دلاسن سهاري سيني کي خوش رکڻ جي

ڪوشش ڪنديون آهن ۽ ڏڙا ڪنهن بہ خوف ڪان سواءِ طاقت آزمائي ڪندا آهن. اها هر ڌڙي جي پنهنجي سگهہ آهي تہ تشدد ڪانپوءِ ان جو ڏيڍيو ڪهڙي حد ماٺي ٿو." |

پروفيسر جو ليڪچر جاري هيو خبر پهتي تہ بارود سان ڀريل ٽرڪ ڪي فليٽن ڀرسان اڏاريو ويو آهي. ڌماڪي ڪانپوءِ عمارت ڊهڻ سبب سوين ماڻهو مارجي چڪا آهن. هڙتال جي اعلان سبب روڊ رستا بند ٿي چڪا آهن. هر هنڌ ٽائر سڙي رهيا آهن. شهر جي مختلف روڊن تي ڌرڻا هڻي جلوس ڪڍيا ويا آهن. ٽريفڪ بند ٿي چڪي آهي.

پروفيسر هڪ ٿڌو ساهہ ڀري ليڪچر ختم ڪيو ۽ شاگردن کي چيو تہ: "هڙتال سبب اڄوڪو ليڪچر ختم."

اها يونيورسٽي جيڪا وسيع ۽ وڻن سان ڍڪيل هئي. ان جي وڻن جا پن ڪارا هيا. احتجاج جي دنيا ۾ انهن دونهي جو ويس ڪيو هيو. سوپيا ۽ عثمان علي تاريخ جا شاگرد هيا. تاريخ جا اکر ڪارا ۽ ڳاڙها هوندا آهن. ڪي ڪارا اکر پڙهندا آهن. ڪي ڳاڙها. جيڪي ٻنهي رنگن جا اکر پڙهندا آهن. اهي سڀ وڃائي ويهندا آهن. هو بہ اهڙي تاريخ جا شاگرد هيا جيڪا روز رنگ بدلائيندي هئي. تاريخ لکڻ لاءِ ورقن جو اڇو هجڻ ضروري آهي ڇو جو اهي آسانيءَ سان ڪارا ٿي سگهندا آهن. سوپيا ۽ عثمان عليءَ لاءِ تاريخ هڪ آئيني جيان هئي. هڪ اهڙو آئينو جنهن جي پٺ سچ جو عڪس ڏيکاريندي هئي.

هو جڏهن ڪلاس روم مان ٻاهر نڪتا تہ هر شاگرد پريشان هيو. بسون بند ٿي چڪيون هيون. دونهي جي بوءِ آزاد گهمي رهي هئي. بندوقن ۽ بمن جي آوازن ڪي شهر جي هر ڪنڊ ۾ پهچڻ ڪان ڪو بہ روڪڻ وارو نہ هيو. سوپيا موبائيل فون تي گهر وارن سان ڳالهايو. سندس ماءُ جو آواز هيو:

"رستا بند ٿي چڪا آهن. انتظار ڪر."

"امڙ فڪر نہ ڪر. رستا کليا تہ پهچي ويندس."

"فڪر ڪيئن نہ ڪيان. رستا سدائين بند هوندا آهن. خدا ڪانسواءِ ڪير کولي سگهي ٿو."

"امڙ مان محفوظ آهيان ۽ يونيورسٽيءَ ۾ ڪافي شاگرد موجود آهن."

"ڪنهن به هجوم ۾ پاڻ کي محفوظ نه سمجھ."

"بس امان دعا ڪر."

ماءُ سان ٿيل گفتگوءَ سوپيا کي همت ڏني، هوءَ وقت جو انتظار ڪرڻ لڳي ۽ يونيورسٽيءَ ۾ هڪ گهاٽي بڙ هيٺان عثمان عليءَ سان ويهي سوچڻ لڳي.

سج ايرڻ مهل ڦڙتي ڏيکاريندو آهي، باقي وچ تي ان جو سفر سست هوندو آهي، شام ٿي چڪي هئي، سانجهي گيڙوءَ رنگ جو لباس پائي اچڻ جي تيارين ۾ هئي، روڊ نه ڪليا، در بند ٿي ويا. پير ڌهي ويا، رستا ماڻهو وڃائي ويٺا. ائين به ٿيندو آهي، صرف ماڻهو رستا وڃائي نه ويهندا آهن پر رستا به ماڻهو وڃائي ويهندا آهن. رستا دوکو ڏين ته ماڻهو پاڻ کان وڇڙي ويندو آهي.

ان شهر جا سڀ روڊ رستا ماڻهن جي سڃاڻ کان لاچار هيا. سوپيا جي ڪيفيت ڏسي عثمان عليءَ کيس حوصلو ڏنو.

"اهو پهريون دفعو ته نه آهي. ائين ٿيندو رهندو آهي." هن چيو ۽ پوءِ کيس دلداري ڏيندي چيو "سج سدائين ساڳيو نه آهي."

سوپيا هوا جي جهوٽي تي پرسان رکيل ڪتاب جي ورندڙ تاريخ جي ورقن ۾ تبديل ٿي وئي.

/"مذهبي بنيادن تي اڏيل ملڪن جون پٽيون نفرت جو تحفظ ڪنديون آهن."/ هن جذباتي ٿيندي چيو.

عثمان علي سوپيا جو هٿ پنهنجن هٿن ۾ وٺندي سندس جذبات کي قابو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

"لنگهي ويل نانگ جي لڪير، نانگ کان وڌيڪ پوائتي هوندي آهي." هن چيو "اهو سڀ لڪير جو ڏنگ آهي."

"ها" سوپيا چيو. "لڪيرون ڌرتيءَ ۾ ڏار وجهي ان کي ٽڪرن ۾ تبديل ڪري وجهنديون آهن، ملڪ تاريخ جي زلزلن جي پيداوار آهن."

پوءِ انهن کي اهي هاجا ياد آيا جيڪي اتي روز پيش ايندا هيا.

وڻن پوپان سج بيلي بيلي غائب ٿي ويو. رات ڪاري رنگ جيان آسمان مان ڇٽي پئي، هو ٻئي همت ڪري اٿيا ۽ هلندا يونيورسٽيءَ کان ٻاهر روڊ تي آيا. ٽريفڪ غائب هئي، اجان به پري کان فائرنگ جا آواز اچي رهيا هيا. دونهي جي بوءِ ۾ امن جون اکيون ڳڙي رهيون هيون. خوف ۽ دهشت حڪمرانن جي فرمان جيان نافذ هئي. هنن کي ڪا سواري نه ملي، هو هلندا سماما چوڪ تي پهتا ته پري کان پندرهن ويهه ماڻهو نعرا هڻندا، ٻيچ ڊاهه ڪندا، هنن ويجهو پهتا، انهن جا منهن ڍڪيل سوپيا ۽ عثمان علي هيسجي ويا، اهي ويجهو آيا ته پڇيائون: "ڪير آهيو؟"

هنن کو جواب نه ڏنو انهن کي چپ ڏسي، هڪ ٿلهي ۽ ڪاري منهن واري شخص عثمان عليءَ جي نراڙ تي پستول رکي چيو. "ڳالهاءِ، جيئن لهجي مان خبر پوي."

"يونيورسٽيءَ جا شاگرد آهيون." عثمان عليءَ چيو.

"۽ هيءَ" ٻئي سوال ڪيو.

"هي به شاگرد آهي." عثمان عليءَ جواب ڏنو. "اسان جو سياست سان ڪو تعلق ڪونهي. ڪنهن پارٽيءَ سان واسطو نه آهي. اسان کي وڃڻ ڏيو."

اهي لهجي مان سڃاڻي ويا ته ڪير آهن، هڪ بڇڙي شڪل وارو اڳتي وڌيو ۽ ان بندوق جو هٿيو عثمان عليءَ کي مٿي ۾ وهائي ڪڍيو. عثمان علي فوٽ پاٿ تي ڪري پيو. سوپيا رڙيون ڪري روئڻ لڳي. هڪ شخص ان کي ٻاڪر ۾ ڪٽي ڪلهي تي رکيو ۽ هليا ويا. عثمان علي نيم بيهوشيءَ جي حالت ۾ ڏٺو. سوپيا کي ڪٽي وبندڙ شخصن مان، ڪو ڪن ڪٽيو هيو ڪو ڪاڻو، ڪو لولو ۽ ڪو لنگڙو.

عثمان عليءَ ڏٺو ڪلهي تي رکيل سوپيا جو پريشان چهرو دونهي ۾ گم ٿي ويو.



## (4)

عثمان علي سوپيا جي تصور مان موٽيو ته هڪ بيو سوپيا جهڙو چهرو سندس سامهون هيو تلاءَ ۾ وهنجندڙ لزا جيڪا سوپيا جو روح هئي، تصور، تصور کي جنم ڏئي ٿو. هڪ سوچ سوَ سوچن جا رستا کولي ٿي، خواب ۾ خواب ڏسڻ، جاڳ جي شڪست آهي، جاڳ حقيقت آهي ۽ حقيقت جو تصور گمان جيان، جنهن ۾ ڪئي وهم آهن.

عثمان عليءَ سوچيو ڇا لزا وهم آهي؟ سندس دل چاهيو هو جهاڙين مان نڪري تلاءَ وٽ وڃي لزا کي ڇُهي سگهي. ان جي جسم کي محسوس ڪري سگهي. اها جهڙ ته نه آهي؟ پاڻيءَ جي سطح تي ترندڙ جل ڦوٽو ته نه آهي؟ ماڪ ته نه آهي، جيڪا سج اڀرڻ سان ٻاڦ ۾ تبديل ٿي ويندي؟ هو اڳتي وڌڻ جي همت نه ڪري سگهيو. پريان اهو سڀ نظارو ڏسندو رهيو. سندس لوڻءِ لوڻءِ ۾ سوپيا ٿڌي پاڻيءَ جيان ڊوڙي رهي هئي. تلاءَ جي تهه تي لزا جو برفاني وجود. ان جون خماريل اکيون. مرڪندڙ چپ ۽ سرد موسم ۾ بادام جي وڻن جا رنگ بدلائي ويل پنن جهڙا بر گنبدي ڳل. اهي سڀ نقش جيڪي سوپيا جي ياد جو در کولي رهيا هيا. اهڙن گسن جو ڏس ڏئي رهيا هيا جن گسن تي سوپيا جي وجود مان ڇڻيل وڇوڙي جا ڳاڙها گهاءَ پاروٽن گلن جيان پيل هيا.

ٿوري دير گذري ته لزا پاڻيءَ مان ٻاهر نڪتي، سندس وجود سنگمرمر ۾ لڪيل هيو. ماحول ۾ روشني ائين هئي جيئن اونده اکين کي

ڪيرو ڪري ڇڏيو هجي. لزا جو وجود نظر نہ ايندڙ لباس ۾ قيد هيو. عثمان عليءَ اهڙو نظارو اڳ نہ ڏٺو هيو. چمبيليءَ جي ولين مان نظر ايندڙ اها اهڙي مڌ جيان هئي جنهن ۾ اکين جا جام تري رهيا هيا.

"ڇا وقت ٿيو آهي؟" لزا جو آواز گونجيو.

"پياري لزا" هڪ ٻانهيءَ چيو. "وقت جو ڪو وجود نہ آهي. رات آهي. چانڊوڪي آهي ۽ لزا آهي."

لزا جي ٽهڪن تي تلاءَ جي پاڻيءَ ۾ لهرون پيدا ٿيون.

"ٻڌو آهي حالتون خراب ٿي چڪيون آهن" لزا ٿوري دير ڪانپوءِ پڇيو.

ماحول ۾ سانت ڇانئجي وئي. عثمان عليءَ جي پرپاسي جيت جڻن جا آواز بند ٿي ويا. ائين لڳو ڄڻ هر شيءِ ڪن ڏئي ٻڌڻ چاهيندي هجي.

"ڪجھ ماڻهن حالتون خراب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر اهو پهريون دفعو نہ آهي." وديا چيو جيڪا هن جي ٻين ٻانهين کان مختلف ۽ ملڪ حالتن تي نظر رکندڙ هئي. سندس سنهو جسم ملڪي ساڙهيءَ ۾ سرنهہ جي جهڪيل لام جهڙو هيو.

"پياري لزا" هڪ ٻانهيءَ لزا جو آلو جسم اڇي ململ سان ڍڪيندي چيو. "جسم ڍڪ. مٿان چنڊ بيٺو آهي."

سڀ کلڻ لڳيون ۽ عثمان عليءَ هلڪو ٽهڪ ڏنو. جيڪو ڄڻ سندس هڪ ڪن ڏنو ۽ ٻئي ٻڌو.

لزا ٻانهين سان اندر هلي وئي. ڪو بلب نہ پئي ٻريو پر روشني هئي. لزا جي وڃڻ سان اوندهہ ڦهلجي وئي. عثمان عليءَ مٿي ڏٺو. صرف ستارا هيا. آسمان نہ هيو. چوڏهين جو چنڊ بي شمار ستارن ۾ بيمار ٿي ڏٺو. ڪنهن بہ شيءِ کي انفراديت لاءِ اڪيلائي ضروري آهي. چنڊ منفرد نہ هيو. اڪيلو نہ هيو. ستارن جي لامحدود جهرمٽ ۾ پنهنجي حيثيت وڃائي ويٺو هيو. اهو سڀ لزا جي وڃڻ ڪري هيو تلاءَ خالي هيو ٽهڪ چپ هيا. آواز چنبيليءَ جي ڇٽيل گلن جيان وکريل هيا.

عثمان عليءَ سوچيو، هو تلاءَ مان ڪرمنڊل پري موٽي وڃي. رات گهري ٿي چڪي آهي. بابا انتظار ڪندو هوندو. ان کي وضو ڪرڻو آهي. نماز پڙهڻي آهي. اهو سوچي هو اٿيو ۽ پير پير ۾ ڏيندو آهستي هلندو تلاءَ تي پهتو. هن تلاءَ جي پاڻيءَ ۾ ڏٺو. پاڻيءَ ۾ نظر ايندڙ ستارن جي ترتيب لزا جو عڪس ٺاهي رهي هئي. اتي ثوبيا جو وجود هن جو انتظار ڪري رهيو هيو. مدتن کان وڇڙي ويل ثوبيا جيڪا ستارن ۾ سمائجي هن آڏو موجود هئي. جنهن جو وجود لزا جي عڪس جو اولڙو هيو.

عثمان عليءَ هيٺ نوڙي احتياط سان تلاءَ مان ڪرمنڊل پريو ڪرمنڊل مان ٽمندڙ هر بوند ۾ لزا جي خوشبوءِ سمايل هئي. هن ڪرمنڊل کي نڪ ويجهو آڻي پاڻيءَ جو واس ورتو تہ ڪيس ثوبيا جي ويڻين ۾ پاتل گجرن جي خوشبوءِ حواسن کي لتاڙي وئي. هن پريل پاڻيءَ اندر ڏٺو اتي ثوبيا جون اکيون هن ڏانهن ڏسي رهيون هيون. ڪيس پاڻي ثوبيا جي ڳوڙهن جهڙو محسوس ٿيو هن ڪرمنڊل ۾ پريل پاڻي تلاءَ ۾ هاري، ٻيهر پريو. هو واپس مڙيو تہ ڪيس محسوس ٿيو سندس دل تلاءَ ۾ ڪري پئي آهي. اها ٻڏي رهي آهي ۽ تري رهي آهي.

سوچيائين واپس وڃي ڇا ڪندو؟ هن جي ثوبيا، لزا جي روپ ۾ اتي موجود هئي. هو ان کي ڇڏي ڪيئن وڃي پئي سگهيو پر هن ۾ اها همت نہ هئي تہ اڳتي وڌي لزا سان ملي سگهي. ان کي يقين ڏياري سگهي تہ اها لزا نہ ثوبيا آهي. وڇڙي ويل ثوبيا، جنهن کي هن سان بي حد پيار هيو.

هو اهڙين ئي سوچن ۾ هيو تہ ٺڪاءُ ٿيو هڪ گولي هن جي چنگهہ وٽان ٿيندي پاڻيءَ جي تلاءَ ۾ هلي وئي. ڇهڙڪو ٿيو ۽ پاڻي مٿي اپري ڪنارن کان ٻاهر وڃي ڪريو هو ٽپو ڏئي پري ٿي ويو. پاڻيءَ سان پريل ڪرمنڊل هٿن مان ڇڏائجي هيٺ ڪريو ۽ رڙهندو پري ٻاهرين پٽ پرسان پيپل وڏي پٽر پويان هليو ويو. هو زخمي نہ ٿيو هيو. همت ڪري اٿيو ۽ جهاڙين پويان لڪي جائزو وٺڻ لڳو. ٻاهر گوڙ مچي ويو هڪ ٻئي گوليءَ جو آواز اڀريو ۽ "آهہ" بلند ٿي. بنگلي اندران لزا جون ٻہ ٻانهيون ٻاهر نڪتيون ۽ ڏهن ٻارهن شخصن کي هٿيارن سان اندر گهڙندو ڏسي رڙيون ڪري موٽي

پڳيون. اهي انگريز سرڪار جا باغي هيا. جن قلعي جي دروازن تي بيٺل سپاهين کي گوليون هڻي ماريو هيو ۽ اڳتي وڌي ڪرنل مارٽن جي بنگلي تي حملو ڪري چوڪيدار کي زخمي ڪيو. اهي در ٽپي بنگلي ۾ داخل ٿيا هيا. عثمان عليءَ محسوس ڪيو هن جي پيرن وٽان گُسي ويل گوليءَ سان هن کي نشانو نہ بنايو ويو هيو پر اها گولي دروازي وٽ چوڪيدار کي نشانو بنائڻ لاءِ هلائي وئي هئي، جيڪا لوهي دروازي جي جارين مان ٽپي اندر آئي هئي.

ڏهہ ٻارنهن شخص جن جي اڳواٽي نرڙ تائين ٻڌل هڪ ميري پڳ وارو شخص ڪري رهيو هيو جنهن جي هٿ ۾ جهليل بندوق جي نالي هن جي قد کان ڊگهي هئي. اهو تيزي سان اندر داخل ٿيو ۽ ان پويان ايندڙ شخصن جن مان هڪ کي ويڪري ناليءَ وارو وڏو طمنچو هٿ ۾ هيو. ان جون اکيون دهشت کان ٻاهر نڪتل ۽ گول هيون. چار تلوار بردار شخص هيا. جن جون مڇون سنهيون ۽ مٿي وڪڙ ڏنل هيون. مڇن جون نوڪون انهن جي ڪنن کي ڇهي رهيون هيون. عثمان عليءَ ڏٺو ڊگهن وٽن ڪري اتي چانڊوڪيءَ جو ڪو تصور نہ هيو. هن اوندهہ ۾ تلوارن جي چمڪ محسوس ڪئي ۽ سوچيو. تلوارون تيز هجن تہ انهن کي چمڪڻ لئي روشنيءَ جي ضرورت نہ پوندي آهي. سڀني پويان ٽي پاليدار هيا جن جي ڍلين سُٿڻ مان محسوس ٿيندڙ سنهيون چنگهون پالن جي ڳنن جهڙيون هيون. اهي خوف ۽ وهشت ۾ ورتل هيا. سندن اکيون، وات کان وڌيڪ کليل هيون. اهي جيئن بنگلي جي در ڏانهن وڌيا تہ وديا کين روڪڻ جي ڪوشش ڪئي.

"ڪو بہ مرد گهر ۾ موجود نہ آهي." وديا چيو. "بهادر آهيو تہ موٽي وڃو يا ڪنهن مرد جو انتظار ڪريو."

بندوق بردار کيس ڊگهي نالي تاٽيندي طنز ڪئي. "مردن جو انتظار عورتون ڪنديون آهن." ۽ پوءِ ڌمڪي ڏيندي چيو. "ڏسان ٿو ڪير ٿو مردن کي روڪي؟"

هن وديا کي ڏکو ڏنو ۽ اندر گهڙي پيو. هيا سڀ ان بنگلي ۾ داخل ٿي ويا. عثمان علي جهاڙين، پويان اهو سڀ ڏسي رهيو هيو اهي جيئن بنگلي ۾ داخل ٿيا ته عورتن جون رڙيون بلند ٿيون. اندران پيچ ڊاهه جا آواز آيا. هڪ فائر ٿيو ۽ عثمان عليءَ بارود جي بوءِ محسوس ڪئي. هن جي دماغ ۾ روڊن تي سڙندڙ ٽائرن جو دونهون پرجي ويو.

هو ويل وقت ۾ موٽي ويو. اهي منظر سندس اکين آڏو ڦرڻ لڳا جڏهن روڊ سنسان هيا. هو ٿوپيا سان يونيورسٽيءَ کان ٻاهر نڪري گهر پهچڻ لاءِ ڪنهن سواريءَ جو انتظار ڪري رهيو هيو. هوا ۾ بارود جي بوءِ سمايل هئي. روڊن تي موت اگهاڙو نچي رهيو هيو. دونهي جي بوءِ ۾ امن جون اکيون ٻُڙي رهيون هيون.

عثمان عليءَ ڏنو خوف کان رڙيون ڪندڙ لزا هڪ اهڙي شخص جي ڪلهي تي هئي جنهن جي هڪ هٿ ۾ تلوار حياءَ کان پنهنجي ڏار ۾ وڏجي رهي هئي. ان شخص جا آستين ڦاٽل هيا ۽ ڏورا سمنڊ ڪناري پيڙي کي ٻڌل آلي نوڙ جهڙا هيا.

"خبردار.... ويجهي اچڻ جي ڪوشش نه ڪجو." هڪ پاليدار شخص ٻانهيءَ کي پري ڪندي چيو. ٻئي اڳتي آئي.

"پري هٽ" ڪنهن جو آواز اڀريو.

هر طرف سانجهي سميءَ گهاٽي ٻڙ ۾ جهرڪين جهڙو جهرمٽو پئجي ويو.

عثمان عليءَ کي اجان به اکين تي يقين نه پئي آيو.

اتي اهو ڪجهه ٿي رهيو هيو جيڪو پهريون ٿي چڪو هيو. لزا بي وس ڪنهن جي ڪلهي تي رکيل هئي ۽ اهي هليا ويا. عثمان عليءَ ڏٺو رڙيون ڪندڙ لزا جو چهرو ٿوپيا جيئن ڪوهيڙي ۾ گم ٿي ويو.



## (5)

عثمان عليءَ سمنڊ ڪناري صبح جو منظر ان کان اڳ اهڙو نہ ڏٺو هيو/چند سان پيٺ ڪجي تہ سج سدائين چوڏهينءَ جو هوندو آهي، فرق آتش جو آهي. سج سدائين سمنڊ مان اڀرندو ۽ لهندو آهي. اڀرڻ ۽ لهڻ وقت ان جي تپش زائل ٿي ويندي آهي/ پر ان صبح سج روئي رهيو هيو. سج غمگين هيو تہ اڄ ڪيس ڪرنل مارٽن جي بنگلي ۾ لزا جو چهرو نصيب نہ ٿيندو. پريان منهوڙي جو قلعو جنهن جي ڪڇيءَ پٽ تي توپون سوار هيون ائين ٿي ڏٺو جيئن پنهنجين ٽلهين پٽين ۾ ڏک کي پناهہ ڏيندو هجي. ان اندر اڀريل عمارتون ۽ مٿان ڪليل منگهہ جڻ وات کولي تازي هوا جي جهوٽي لاءِ واجهائي رهيا هيا. قلعي مٿان انگليند جي ڳاڙهن پٽن وارو لهرائيندڙ جهنڊو، ان صبح هوا نہ هجڻ جو بهانو ڪري جڻ لزا جي غم ۾ جهڪيل هيو. سمنڊ مان اڀرندڙ سج جا ڪرڻا ڪراچيءَ جي پوچواٽي قلعي جي پٽ تي پيا تہ اها گيڙو رنگ ۾ رنگجي وئي. اتي ڪاري ۽ مٽي در جي وچ تي جڻ ڦڪو در ظاهر ٿيو. پاڻي ذائقو ڇڏي ويو ۽ ڪوهہ تان مائي مرادان جي ويڙهي جي عورتن پهريون دفعو محسوس ڪيو تہ پاڻي ذائيقدار تڏهن هوندو آهي جڏهن ان کي ذائقو نہ هجي.

عثمان عليءَ سمنڊ ڪناري سچ جو منظر ڏٺو ۽ محسوس ڪيو لزا جي اغوا سان سندس سوپيا جا زخم کلي پيا هجن. هن دل مان رت وهندي محسوس ڪيو. فيصلو ڪيو تہ هو لزا کي ڳولهي لهندو. هن ڪان سڀ وسري چڪو هيو. هو ڏک ۽ پيڙا جي عذاب ۾ اهو سڀ وساري ويٺو هيو تہ ڪيس واپس موٽڻو آهي. پل جي پريان جتي سندس پوڙهو پيءُ پاڻيءَ جو انتظار ڪري رهيو آهي.

سومهڻيءَ جو وقت لنگهي چڪو هيو. ان طلسمي شهر ۾ هو هوش وڃائي ويٺو هيو. سندس ڪرمنڊل لزا جي بنگلي اندر ان وڏي پٿر پويان رهجي ويو هيو جتي هو لڪل هيو. هو پوڙهي پيءُ کي وساري ويٺو. هن جي ذهن تي لزا سوار هئي ۽ لزا جي روپ ۾ سوپيا اکين آڏو ڦري رهي هئي، شهر ۾ پريشان گهمندي کيس هڪ هاڪر جو آواز آيو. جنهن کي سڄي هٿ ۾ اخبارون هيون ۽ ٻي هٿ ۾ ويڙهيل اخبار لهرائي وڏي آواز ۾ چئي رهيو هيو. "ڪرنل مارٽن جي ڌيءُ لزا، باغين هٿان اغوا. ڪرنل مارٽن جي ڌيءَ کي گذريل رات بنگلي مان اغوا ڪيو ويو."

ماڻهو ان کان اخبار وٺي رهيا هيا ۽ پتل جو سڪو ڏئي رهيا هيا. جنهن جي هڪ پاسي تمورتي ۽ ٻئي پاسي تاج پائي ويٺل سخت چهري واري راڻيءَ جي مورت هئي. هن بہ کيسي ۾ هٿ وڌو ۽ پنجن روپين وارو چمڪندڙ سڪو ٻاهر نڪري آيو. هن اڳتي وڏي سڪو هاڪر کي ڏنو تہ سڪو وٺي هاڪر جون واڇون هيٺ ڇڪجي ويون. هاڪر شڪي نظرن سان عثمان عليءَ کي ڏٺو ۽ پڇيو: "هيءُ ڪهڙي ملڪ جو سڪو آهي؟"

عثمان علي ڪوڙ ڳالهايو. هن کي هر حال ۾ اها اخبار گهربي هئي.

"هي بہ برطانيہ جو سڪو آهي. جيڪو ويندي هت ڇڏي وئي."

هاڪر سڪي کي ڏندن سان بہ چارچڪ پاتا. اها پڪ ڪرڻ لاءِ تہ سڪو ڌاتوءَ جو آهي.

"توکي اهو ڪٿان مليو؟" هن وري سوال ڪيو.

"اهو ڀڳل پل پويان رائج آهي."

"ڀڳل پل" هاڪر ڪان اوچتو رڙ نڪري وئي. هو عثمان عليءَ کي ڪنڌ ۾ وٺي ويو ۽ نويڪلائيءَ ۾ پڇيائين: "ڇا تون حريت سند آهين؟"

"اهو تون ڪيئن سمجهيو؟" عثمان عليءَ چيو.

هاڪر هن جي ڪن وٽ آيو ۽ سُس پُس ڪرڻ لڳو.

"مان حريت پسندن جو ماڻهو آهيان. مون کي اهڙا اشارا مليا آهن. اهڙي شخص جي ڳولها ۾ آهيان جنهن وٽ چنڊ ۽ ستاري وارو سڪو هوندو ۽ پنهنجو ڏس اهڙو ڏيندو جهڙو تون ڏنو آهي."

عثمان علي منجهي پيو ۽ سوچ ۾ پئجي ويو ته ڪيس ڇا چوڻ گهرجي. سوچيائين لزا کي حاصل ڪرڻ لاءِ حريت پسندن جي ويجهو وڃڻ ضروري آهي ۽ اهو هاڪر جنهن کي غلط فهمي هئي. ڪيس اهڙو رستو ڏيڻ لاءِ تيار هيو جيڪو رستو حريت پسندن ڏي پئي ويو. لزا حريت پسندن جي قيد ۾ هئي.

"ها, مان اهو شخص آهيان" هن چيو.

"تنهنجو نالو ڇا آهي؟" هاڪر پڇيو.

"عثمان علي" هن چيو "عثمان علي بن عمر علي, لياري ندي کهو ڪنارو."

هاڪر مرڪيو ۽ چيائين "پڪ سان تون اهو ئي شخص آهين. جنهن وٽ وڏا راز آهن"

پوءِ هاڪر پينسل ڪڍي هن کي اخبار جي ڪنڌ سان پتو لکي ڏنو. اهو پتو ٺيٺ سنڌيءَ ۾ اهڙي انداز سان لکيل هيو جو نقطا هڪ ٻئي ۾ ائين الجهيل هيا جيئن ڪين تلفظ ظاهر ڪرڻ جي تڪڙ هجي.

"پڙهي ٻڌاءِ" عثمان علي چيو.

هاڪر هن کي شڪي نظرن سان ڏٺو.

"جيڪڏهن پڙهي نه سگهين ته پوءِ تون اهو ماڻهو ڪيئن ٿي سگهين ٿو؟"

عثمان عليءَ هاڪر جو شڪ دور ڪندي چيو.

"مخفي لفظ پڙهندو آهيان. واضح لفظ سمجهڻ کان قاصر آهيان"

هاڪر هن جي ڳالهه تي مطمئن ٿيو.

"بيشڪ مون کي ائين ڇيو ويو هيو تہ تون مخفي ۽ خفيا شخص آهين."

پوءِ هن عثمان عليءَ کي پڙهي ٻڌايو.

"فقير هاشم، سيٺ پلرام داس گهٽي، کارو در."

هاڪر هوڪا ڏيندو هليو ويو. عثمان علي شهر جي چوواٽي تي بيهي ايندڙ ويندڙ ماڻهن کي ائين ڏسڻ لڳو جيئن اهي سڀ حڪومت جا باغي هجن، ڇهري تي معصوميت جو نقاب چاڙهي شهر جي روڊن تي گهمندا هجن. وڪٽوريا بگين جا گهوڙا، ٻڌل چمڙي جي پٽن مان جان ڇڏائڻ لاءِ بي چين هجن. مال گاڏن سان ٻڌل اٺ ڳچي ڊگهي ڪري ڪنهن کي ڪنڌ ۾ چڪ وجهڻ لاءِ بي تاب هجن. ڏاند گاڏيون رکيل اناج جي وزندار ٻاچڪن جي بوجهہ کان ائين چيڪٽ ڪنديون هجن جيئن معاشري ۾ پسجندڙ ڪنهن مظلوم جي دانهن، جيڪا سندس دل ۾ دٻيل هجي. هن شهر کي نئي نظر سان ڏٺو جتي ڳاڙهين ساين روشنين ۾ ڪيبري ڊانسر جا اگهاڙا عضوا چمڪي رهيا هيا. ولايتي شراب کير کان سستو هيو. جنس جي آزادي هئي، اتي هر شيءِ ان دونهين ۾ لٽيل هئي جيڪو ڪنهن انگريز عملدار جي گاڏيءَ مان نڪري ڦهلجي ٿي ويو. ٽرام جي گهنٽي ۽ روڊن تي لرزندڙ لوهہ جون پٽڙيون. ٺهڪ ۽ سڏڪا. ٻانهن ۾ ٻانهو ۽ لائيٽ هائوس جي زرد روشنيءَ ۾ چمڪندڙ سمنڊ جي وادي ۾ ذرا ذرا لهرون.

عثمان عليءَ شهر جي روانيءَ مان اک ڪڍي، هاڪر کان ورتل اخبار تي نظر ڦيري، اها "القاصد" اخبار هئي. ميري ڪاغذ تي ڇپيل اکرن واري اڌ اخبار لزا جي خبر سان ڀريل هئي. اها سڀ ڪهاڻي جيڪا هن رات اڪين سان ڏٺي. اخبار ۾ اها بہ خبر هئي تہ ليفٽيننٽ آرگينان جي سربراهيءَ ۾ هڪ ڪاميٽي ٺاهي وئي آهي، جيڪا لزا جي اغوا جي جانچ ڪندي، ان لاءِ ڪيٽي ٽيمون تشڪيل ڏنيون ويون آهن، جيڪي شهر جي ناڪا بندي ڪري حساس جاين تي ڇاپا هڻي، لزا کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪنديون.



## (6)

هاڪر سان ملاقات ڪانپوءِ هو حريت پسندن سان ملڻ لئي بي قرار هيو. هن قاصد اخبار جي ڪنڊ وٽ لکيل پتو هڪ دفعو ٻيهر پڙهيو ۽ سوچڻ لڳو حريت پسندن سان ملاقات ڪيئن ڪري سگهجي ٿي؟ ڪيس انهن متعلق ڪا ڄاڻ نہ هئي. هن کي مڪمل طور اها ڄاڻ نہ هئي تہ شهر ۾ انگريزن خلاف ڪهڙي تحريڪ هلي رهي آهي؟ هو هڪ تحريڪ لاءِ ڪيئن ڪارآمد پئي ٿي سگهيو؟

انهن ئي خيالن ۾ هيو تہ شهر ۾ افراتفري مچي وئي. ماڻهو چئمگوين ڪرڻ لڳا. هن ڏٺو شهر ۾ اچ وڃ گهٽجي وئي. روڊ خالي ٿي ويا. هڪ هنڌ ڪجهہ ماڻهو سُس پُس ڪري رهيا هيا. هو وڏي انهن وٽ ويو. ماڻهو هڪ پراسرار اجنبي کي ڏسي چپ ٿي ويا. انهن سمجهيو يا تہ هو جاسوس آهي. يا فرشتو جيڪو انقلابين جا روح قبض ڪندو. انهن کي خاموش ڏسي عثمان عليءَ ڳالهايو. "چا ڳالهہ آهي يائرو...." شهر ۾ هيءَ افراتفري ڇو آهي؟"

انهن مان ڪنهن جواب نہ ڏنو. هن جي ٻيهر پڇڻ تي هڪ پوڙهي جنهن جي گهنجيل منهن تي مڇون ڪاڏيءَ ڪان هيٺ لڙڪي رهيون هيون، طنز ڀريل لفظن ۾ چيو.

"توهان قوم جو ڪهڙو فرد آهين، جنهن کي اها خبر نه آهي ته اڄ پندرهن انقلابين کي موت جي سزا ڏني ويندي؟"

ان پوڙهي شخص چيو ۽ پوءِ لٺ سهاري ائين هليو ويو جيئن هو لٺ کي سهارو ڏيندو هجي ته لٺ هلڻ لائق هجي، هر ڪو ڪاوڙ ۾ ويڙهيل هيو ڪاوڙ اهڙو احساس آهي، جنهن اڳيان خوشي ۽ پويان خوف هوندو آهي، خوشيءَ ۾ انسان هوش وڃائي ڏوهي ٿي پوندو آهي ۽ ڪاوڙ ڪانپوءِ خوف ائين ٿي ويندو آهي جيئن بکايل تي سيءُ.

عثمان عليءَ اهو منظر اکين سان ڏسڻ چاهيو. هو هلندو صدر بازار پهتو ته دوڪان بند هيا. پريان ميدان ۾ توپون قطار ۾ بيٺل هيون ۽ پرسان ئي هڪ عارضي ڦاسي گهاٽ جوڙيو پئي ويو.

اهو سڀ ان بغاوت جو نتيجو هيو جنهن کي ڪچليو ويو. ڪجهه ڏينهن اڳ ڪمانڊنگ آفيسر ميجر ميڪ گريگر کي ايڪويهين رجمنٽ جي بغاوت جي خبر پئي هئي. اهڙي خبر ڪيس صوبيدا رام بني ۽ جمعدار لڪشمڻ گداريءَ ٻڌائي هئي.

بغاوت واري رات اهي ميجر ميڪ گريگر جي بنگلي تي پهتا. ميجر ان وقت ننڊ ۾ محو هيو ڪيس جاڳائي اها خبر ڏني وئي ته "ايڪويهين بمبئي نيٽو انفنٽري رجمنٽ اڄ رات پيئين وڳي بغاوت جو منصوبو جوڙيو آهي، ان بغاوت جي اڳواڻي حوالدار رام دين پانڊي ۽ حوالدار سورج بالي تيوري ڪندا."

اهڙي خبر ملڻ شرط ميجر ميڪ گريگر اعليٰ آفيسرن کي اطلاع ڏنو. سنڌ جي ڪمشنر بارٽل فريئر حالتن کي قابو ڪرڻ لاءِ احڪام جاري ڪيا. ايڪويهين رجمنٽ کي ڪڙو چاڙهي باغين کي گرفتار ڪيو ويو. ڪجهه باغي فرار ٿي ويا جن کي ڳولهي قتل ڪيو ويو. پڪڙيل فوجين مان ٻارهن کي ڦاسيءَ جي سزا ٻڌائي وئي، جڏهن ته پنجن کي توپن سامهون ٻڌي گولن سان اڏارڻ جو حڪم ڏنو ويو.

ايمپريس مارڪيٽ جي عمارت ان رات وسيل مينهن ڪري روڊ جي ڍهليل پاڻيءَ ۾ عڪس ٺاهي رهي هئي. حقيقت ۾ ان عمارت جو ڪو

وجود نہ هيو. ان جاءِ تي هڪ وسيع ميدان هيو جنهن پويان اهو قلعو نظر اچي رهيو هيو. جتي انگريز فوجين جي رهائش هئي. پيراڊيئز گارڊن کان اولهہ طرف ڦهليل ان قلعي اندر خوف واري ڪيفيت هئي. ميري ويدر جي وڪريل وارن مان حيرت آڪيري ۾ ويٺل جهرڪيءَ جي ٻچن جيان ٻاهر نهاري رهي هئي. قلعي اندر انگريز عورتن جي حفاظت ان حوالي هئي. ميري ويدر کي انگريز عورتن جي حفاظت ۾ جيڪو ڦل ملٽو هيو اهو هڪ ٽاور هيو جنهن جي ڪيس خبر نہ هئي.

عثمان عليءَ ڏٺو ميدان چوڌاري بيٺل ماڻهن جون اکيون ڳوڙهن جيان ڳٽن تي لڙڪي رهيون هيون. حيرت ۽ خوف. پري پارسين جي آخري آرامگاهہ "ٽاور آف سائلينس" مٿان ڳجهن ۽ سرڻين جيان لامارا ڏئي رهيو هيو.

اهو سيپٽمبر جو مينهن هيو جيڪو رات دل ڏاريندڙ گجگوڙ ۽ وڄ سان وسيو هيو. صدر بازار جي دوڪانن اڳيان ڏٺل ڪاٺ جي ڇپرن مان پاڻي ائين ٽمي رهيو هيو جيئن شهر جي هر گهٽي روئندي هجي.

عثمان علي هجوم ۾ موجود هيو ان ڏٺو حيسيل ماڻهن جا هٿ دلين تي هيا. ميدان ۾ عارضي ڦاسي گهاٽ. ڳاٽ مٿي ڪري بيٺل هيو اها ان لاءِ فخر جي ڳالهہ هئي تہ وطن دوست باغين جي ڪم اچي رهيو هيو. غلاميءَ جا سڀ رستا ڦاسي گهاٽ تي کلن ٿا ۽ آزادي جا رستا ڦاسي گهاٽ کان شروع ٿي ڪليل هوا ۾ نروار ٿين ٿا. عثمان علي تجسس ۽ حيرت مان هر شيءِ ڏسي رهيو هيو. ڦاسي گهاٽ پرسان ڪيتريون ئي توپون ائين بيٺل هيون جيئن گوڏا کوڙي باغين کان معافي وٺنديون هجن. هڪ دل ڏاريندڙ منظر هيو ۽ ان منظر جا سوين گواهہ هيا. هزارين اکيون هيون. ڪيتريون ئي ڌڙڪندڙ دليون هيون.

ڪراچيءَ جي گهر. اندر جي ٻوسٽ جيان مشهور آهي. مينهن وسي تہ اهو ٻوسٽ ٻاڦ بنجي اکين مان وهي پوي پر اهو منظر دونهي جهڙو هيو. ٻاهہ جي ڄڀيءَ جهڙو هيڊو ۽ ڄر جهڙو نيرو. هر طرف درد جا ست رنگ ڦهليل هيا. آسمان مان انڌلٽ ڇيلهہ ڇپي ڪري هيٺ ڏسي رهي هئي.

جڏهن باغين کي ميدان ۾ آندو ويو ته انهن جا هٿ پويان ٻڌل هيا. ڪين قطار ۾ بيهاري اهو ڪارو چٺو پڙهي ٻڌايو ويو جنهن ۾ الزام هيو ته "انهن برطانيه جي شاهي تاج خلاف بغاوت ڪئي آهي ۽ بغاوت جي صلي ۾ ڪين موت جي حوالي ڪيو ويندو."

يارهن ڄڻن کي ڦاهي گهاٽ طرف اشارو ٿيو. انهن آزاديءَ جي حق ۾ نعرا هيا ۽ مٿي ڦاهي گهاٽ تي چڙهي ان وقت جو انتظار ڪرڻ جڏهن سندن روح آزاد ٿي غلاميءَ کي للڪاريندو. ڦاهيءَ کان اڳ انهن جي منهن تي ڪو ڪپڙو نه وڌو ويو. ڳچيءَ ۾ رسو وجهي، ڦٽي کي ڇڪيائون ته باغين جون اکيون ڏسي انگريز عملدار گهبرائجي ويا. هجوم مان آهون بلند ٿيون. ڪيترا فرد دل نه جهلي پٽ تي ڪري پيا. ڪن کي اکين ۾ ڳوڙها ته ڪن کي ڏندين آڱريون هيون.

ڦاسي ڏيڻ کانپوءِ لاشن کي هيٺ لاهي تلوارن سان ڳيا ڪري اڇلايو ويو. پنجن باغين، جن ۾ رام دين پانڊي ۽ سورج بالي تيوري شامل هيا، انهن کي توپن اڳيان ٻڌو ويو. ڪراچيءَ جي ماڻهن ان کان اڳ اهڙو منظر نه ڏٺو هيو. اهي چپ هيا ۽ اهڙي چپ ۾ سوين آواز دفن هيا.

جڏهن باغين کي توپن سان ٻڌي رسيءَ کي باهه ڏيڻ جو اشارو ٿيو ته باهه جي مشعل هيٺ جهڪي، ان رسيءَ کي باهه ڏئي جڻ آخري سجدو ڪيو. رسين کي باهه لڳڻ سان توپن جا ٺڪاءَ ٿيا. ماڻهن ڏٺو انهن جي جسم جا ٽڪرا پکي بنجي اڏاڻا. اهي ڪبوترن جيان ولر جي صورت ۾ گول چڪر ڏئي رام باغ جي ماتا مندر تي لٿا.

عثمان عليءَ ڪڏهن سوچيو به نه هيو ته ڪيس ڏسڻ لاءِ اهڙا منظر ملندا. هو جيئرو ۽ موجود هيو. هن اڳيان هر شيءِ وجود رکندڙ هئي. اهڙا منظر ڏسي هو سوچڻ لڳو. هيءَ ڪهڙي آزاديءَ جي جدوجهد آهي. جنهن جي نتيجي ۾ آزادي هندوستان لئي نفرت جو پيغام ڪٺي ايندڙ هئي. انسانن جو قتل عام جنهن ۾ ڪئي بي گناهه مرڻا هيا. مذهب جي بنياد تي ملڪ ٽٽڻو هيو ۽ ڪمزور قومن جا حق غصب ٿيڻا هيا.

باغين جي موت حوالي ٿيڻ ڪانپوءِ هجوم ڇڙوڇڙ ٿي ويو. هوا ۾ اڃان بہ بارود جي بوءِ سمايل هئي. عثمان عليءَ محسوس ڪيو. توپن سان ڀڏي اڏاريل باغين جي رت جا ڇنڊا ماڻهن جي منهن تي لڳل آهن.

هو واپس مڙيو تہ ساڳيو هاڪر هن سامهون اچي ويو. هاڪر جي هٿن ۾ جهليل اخبارون وسيل مينهن ڪانپوءِ آليون پئي نظر آيون. اهو وڏي هن وٽ آيو ۽ چيائين "اهو سڀ اسان جي ڪرتوتن جو سلو آهي."

عثمان عليءَ ڳالهہ نہ سمجهي.

"اهو وري ڪيئن؟" هن پڇيو.

"جيڪڏهن پنهنجا هندوستاني انگريزن جي مخبري نہ ڪن ها تہ شايد هيءَ سانجو پيش نہ اچي ها."

ٿوري دير پئي چپ ٿي ويا ۽ پوءِ عثمان عليءَ ڳالهايو.

"آزاديءَ جي متوالن جو انجام ڏسي، دل ۾ انگريزن لاءِ نفرت وڏي وئي آهي. اهڙي بي دردي ۽ بي رحميءَ جو تاريخ ۾ مثال گهٽ ملي ٿو."

هاڪر جي منهن تي افسوس جا پاڇولا اچي ويا. ان موضوع تبديل ڪرڻ لاءِ ڪيس ٻڌايو. حريت پسندن ڪي تنهنجي اچڻ جو اطلاع ڏئي ڇڏيو آهي، اهي توسان ملڻ چاهين ٿا. جيترو جلد ٿي سگهي، تون اتي پهچ".

عثمان عليءَ "ها" ڪئي، هو هاڪر کان موڪلائي اڳتي وڌيو. هن پڪو پهہ ڪيو تہ هو حريت پسندن سان هرحال ۾ ملندو ڇو جو لڙا ڪي ڳولهڻ جو اهوئي رستو هيو لڙا انهن وٽ هونديءَ هو ان کي آزاد ڪرائيندو.



## (7)

عثمان عليءَ لاءِ چڻ واپسيءَ جو دربند ٿي چڪو هيو.

محبت جي گلن تي ڪا بہ موسم اثر انداز نہ هوندي آهي, عثمان علي وڃائجي ويل پيار جي ڳولها ۾ پاڻ وڃائجي ويو هيو. هن جا رستا ويڙهجي چڪا هيا, غاليچن جيان ويڙهيل رستا پهاڙ ٿي چڪا هيا.

لزا جي آزاديءَ جو تصور, هن اندر لڪيل ان حسرت جو پورائو هيو. جنهن حسرت جي تصور ۾ سوپيا جو وڃائجي ويل وجود تڙپي رهيو هيو. هو سڀ وساري ويٺو, سواءِ ان ياد جي تہ هو مستقبل جو وسري ويل شخص آهي, جيڪو ماضيءَ جي حافظي ۾ پنهنجو حال ڳولهي ٿو. هن وٽ زمان ۽ مڪان معنا وڃائي وينا هيا. هو اهڙو معجزو هيو جيڪي معجزا ولين جي هٿن مان نڪري گناهگارن جي گرفت ۾ اچي سحر ٿي پوندا آهن.

عثمان علي هاڪر ڪان مليل پتي تي حريت پسندن سان ملاقات جو سوچي ڪاري در روانو ٿيو. هو ٿڪيل هيو, رام باغ وٽ پهچي ان لاءِ آرام ڪيو تہ متان وقت جا تعصب پرست ان باغ جو نالو نہ بدلائي وجهن. هن اتي تصور ۾ رام ۽ سيتا کي ڏٺو. بنواس ڪانپوءِ اهو انهن جو پهريون ميلاپ هيو. انهن وڏي وڇوڙي ڪانپوءِ هڪ ٻئي کي ڳولهي لڌو هيو. رام ۽ سيتا جا چهرا, هن ۽ سوپيا سان ڪيڏا ملندڙ هيا. اهڙي تصور کيس مرڪڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. هن جي ٿڪاوٽ دور ٿي وئي. من ۾ اميد جاڳي تہ هو سوپيا کي ضرور حاصل ڪندو. پر شايد سوپيا دنيا ۾ موجود نہ هئي, لزا سوپيا جو جسم هئي, اهڙو جسم جنهن اندر هن جو روح هيو.

عثمان علي هلندو مٿي در پهتو ۽ پوءِ ڪاري در. مٿو در نديءَ جي سرحد هئي ۽ ڪارو در سمنڊ جي سرحد. ٻئي در هڪ ٻئي سامهون هيا ۽ وچ تي هڪ لڪير. اها لڪير نہ نديءَ جي هئي، نہ سمنڊ جي. ان لڪير ۾ ٻئي سمايل هيا. ڌرتيءَ اندر جتي ندي ۽ سمنڊ پاڻ ۾ ملندا آهن. اتي ذائقي جي معنا بدليل هوندي آهي. ائين جيئن مذهب پاڻ ۾ ملي مذهب جي وصف بدلائي وجهندا آهن.

جڏهن سيٺ پلرام گهٽيءَ ۾ پهتو تہ هن فقير هاشم جو پڇيو. فقير هاشم ان گهٽيءَ جو مشهور ماڻهو نہ هيو شايد اهو اهڙو فقير هيو جن جا گهر نہ هوندا آهن. اهي راهن جا رولاڪ هوندا آهن ۽ هر ڏاڪ انهن جو گهر هوندو آهي. هڪ شخص ڪيس ٻڌايو "هيءَ سيٺين جي گهٽي آهي. هتي فقيرن جو ڪهڙو ڪم. سواءِ ان جي تہ اهي خير گهرن".

هو مايوس ٿي ويو. گهٽيءَ جي ٻئي ڪنڊ کان ڪو شخص هن جي هر حرڪت جو جائزو وٺي رهيو هيو. جڏهن عثمان علي مايوس ٿي موٽڻ وارو هيو تہ اهو شخص وڏي ان وٽ آيو ۽ هن کان پڇيائين "ڪنهن کي ڳولهي رهيو آهين؟"

"فقير هاشم کي" هن جواب ڏنو.

ان شخص عثمان عليءَ جو جائزو ورتو ۽ پوءِ پڇيائين.

"تنهنجي سڃاڻپ؟"

عثمان عليءَ ڪيسي ۾ هٿ وجهي، ڪيس پنجن روپين جو سڪو ڪڍي ڏيکاريو. چنڊ ۽ ستارو ڏسي ان شخص کي پڪ ٿي تہ هيءَ ساڳيو ماڻهو آهي. جنهن جو اطلاع اڳ ملي چڪو آهي. ان شخص عثمان عليءَ کي پويان اچڻ جو اشارو ڏنو ۽ هو ڪيس گهٽيءَ جي آخري ڇيڙي وٽ وٺي آيو جتي هڪ هيڊي رنگ جي عمارت هئي. هن نظر ڦيري عمارت کي ڏٺو. اها هڪ عجيب عمارت هئي.

جنهن جي پاسن کان ٻگها برج هيا. برج ائين ڏسجي رهيا هيا جيئن مٽي وچي جهڙ ۾ غائب ٿيندا هجن. اتي پٿر جو مورهيو جيڪو ڇڻ جيئري ٿيڻ جي انتظار ۾ هيو. هيڊي عمارت جي اچي ڪانس تي ڪبوتر

ويٺل هيا. انهن مان ڪو بہ ڪبوتر اهڙو نہ هيو جيڪو ناسي نہ هيو. هن جڏهن دروازي مٿان لکيل سَنُ ڏٺو تہ سندس تاڪ لڳي ويا. اتي لکيل هيو 2050ع. جيڪا شايد سنڌ جي آزاديءَ جي تاريخ هئي.

عثمان علي عمارت ۾ داخل ٿيو تہ اتي هڪ حجري نما ڪمرو هيو. ڪمري جي ڪنڊ ۾ هڪ هٽ بتي ائين ٻري رهي هئي جيئن ڪوشش ڪندي هجي تہ روشنيءَ کان هر شيءِ لڪيل هجي. هن ڏٺو اتي پاڇن جهڙا نوراني چهرا هيا. کيس ڪا خبر نہ ٿي پئي تہ انهن جي منهن تي ڏاڙهي آهي يا اوندهہ جو عڪس. سندن جسم کي ويڙهيل اڇيون چادرون هٽ بتيءَ جي لاٽ ۾ هيڊيون نظر اچي رهيون هيون. وچ تي ويٺل شخص جيڪو ٻين کان سگهارو هيو ان ويهڻ جي صلاح ڪئي. هو انهن سامهون ويٺو.

"پنهنجي سڃاڻ ڪراءِ" ان چيو.

عثمان عليءَ کيسي مان پنجن روپين جو سڪو ڪڍي ان حوالي ڪيو. ان سڪي جو جائزو ورتو ۽ پوءِ ڪنڌ کي "ها" ۾ لوڏي اهو سڪو پنهنجي پرسان ويٺل ٻئي شخص حوالي ڪيو. اتي ويٺل سڀني سڪي جو جائزو ورتو.

"واقعي، هيءَ چنڊ ۽ ستارو اسان جي تحريڪ جي علامت آهي." ان شخص چيو ۽ پوءِ سوال ڪيو. "ڇا تون اوڌ کان آيو آهين؟"

عثمان علي منجهي پيو.

"نہ" هن جواب ڏنو. "مان لياري نديءَ پريان، زمين دوز پل ٽپي آيو آهيان."

"زمين دوز پل؟" ان شخص عثمان عليءَ جو جملو ورجهايو ۽ پوءِ چيو. "زمين دوز پل مان تنهنجي مراد اها تحريڪ آهي، جيڪا زير زمين اڄڪلهہ اوڌ ۾ هلي رهي آهي."

"نہ" عثمان عليءَ چيو. "حقيقت اها آهي تہ منهنجو ڪنهن بہ اهڙي تحريڪ سان ڪو واسطو نہ آهي."

عثمان عليءَ جي جواب تي چپ ڇانئجي وئي ۽ لڳو هٽ بتيءَ جي لاٽ وڌيڪ روشن ٿي وئي هجي.

"پر اسان کي تہ اوڏ کان هڪ شخص جي پيغام جو انتظار هيو. جنهن موجوب حڪمت عملي تيار ڪرڻي هئي." ان شخص چيو.

"پوءِ تون ڪير آهين؟" هڪ ٻئي شخص هن کان پڇيو. "هيءَ چنڊ ۽ ستاري واري مهر توکي ڪنهن ڏني؟"

عثمان عليءَ کين هر ڳالهہ کولي ٻڌائي" هو پاڻ حيران آهي تہ کهڙي دنيا ۾ پهچي ويو آهي. اها چنڊ ۽ ستاري واري مهر وقت جو رائج سڪو آهي، اهو سڀ لياري نديءَ ۾ دفن ڏيڍ سئو سال پراڻي پل جي ظاهر ٿيڻ ڪري ٿيو آهي."

عثمان عليءَ جي ڳالهہ ٻڌي اهي پريشان ٿي ويا. انهن محسوس ڪيو يا تہ اهو شخص چريو آهي يا فرشتو. جيئن تہ غلاميءَ جي ڏينهن ۾ چريا بہ سياڻا ٿي پوندا آهن ۽ چرين جي ڪوٺ هوندي آهي. انڪري ضرور هيءَ فرشتو آهي جيڪو خدا مجاهدن جي مدد لاءِ غيبي قوت جي صورت ۾ عطا ڪيو آهي. پوءِ انهن مان هڪ شخص سوال ڪيو.

"ڇا توکي خبر آهي تہ ڪٿي آهين؟"

"نہ" عثمان عليءَ جواب ڏنو. "بس مونکي اها خبر آهي تہ وقت جي وچائجي ويل حصي ۾ وينل آهيان."

عثمان علي ڪيتري دير انهن اڏ نظر ايندڙ چهرن سان ڪچهري ڪندو رهيو. انهن کيس ٻڌايو "اهي جماعت الاخصار جا ماڻهو آهن. سندن مقصد انگريزن سان ويڙهہ آهي. جيئن تہ انگريز ڳالهين وسيلي ملڪ خالي نہ ڪندا، انڪري ملڪ هٿيارن جي زور تي آزاد ڪرائڻو آهي."

اها ساڳي تحريڪ هئي جنهن کي اڳتي هلي سوٽي رومال تحريڪ ۾ تبديل ٿيڻو هيو. عثمان علي تاريخ جو شاگرد هيو ۽ تاريخ جو هر ورق هن اڳيان کلندو ٿي ويو. سندس من ۾ ڪنهن بہ تنظيم لاءِ ڪو احترام نہ هيو. هن وٽ احترام سوپيا جي نہ وسرندڙ پيار لاءِ هيو. سوپيا جي محبت هر تنظيم ۽ تحريڪ کان مٿاهين هئي. هن وٽ لزا جي اهميت هئي. جيڪا سوپيا جو روپ هئي. هو اهڙي تحريڪ جو حامي هيو جيڪا لزا جي آزاديءَ لاءِ هجي. هن اهڙي تنظيم جو حصو پئي ٿيڻ چاهيو جنهن جي منشور ۾ لزا

جي آزاديءَ جو اعلان هجي. لزا جي آزاديءَ جو احساس. سوپيا جي خال پرڻ لاءِ ڪافي هيو. هو لزا جي آزاديءَ جو سوچي من کي مطمئن ڪرڻ پيو چاهي ته هو سوپيا لاءِ ڪجهه نه ڪري سگهيو پر لزا لاءِ اهو سڀ ڪري سڦلتا ماڻي سگهي ٿو. جماعت الاخصار جي عهديدارن عثمان عليءَ جي پراسرار شخصيت کي انڪري قبول ڪيو جو ان جي روپ ۾ کين نجات ڏياريندڙ غيبي قوت نظر آئي جيڪا هڪ فرشتي جي روپ ۾ سندن سامهون موجود هئي.

"ڇا تون اسان جي تنظيم ۾ شامل ٿيڻ پسند ڪندين؟"

انهن مان هڪ سوال ڪيو.

عثمان علي اهڙي ئي موقعي جي ڳولها ۾ هيو.

"ڇو نه" هن چيو "مان توهان جو ساٿ ڏيندس هڪ ڪارڪن جي حيثيت ۾ ڪلهو ڪلهي سان ملائي وڙهندس." هڪ عثمان عليءَ جو جذبو ڏسي اهي خوش ٿيا ۽ کيس اجازت ڏي ته پل انهن مشقن ۾ حصو وٺي جيڪي مجاهدن کي تربيت لاءِ هلي رهيون هيون.

عثمان عليءَ خوشي محسوس ڪئي ۽ سمجهيائين ائين ڪرڻ سان کيس لزا کي ڳولهڻ ۾ مدد ملندي.

لزا جي اغوا ٿي وڃڻ کانپوءِ ڪرنل مارٽن هڪ ڏينهن به آرام ۾ نه گذاريو. هن فوجين ۽ ڪوجين جون ٽوليون ترتيب ڏنيون. ڪوجي جتي شڪ ظاهر ڪندا هيا ته فوجي پهچڻ ۾ دير نه ڪندا هيا. ڪيترائي بي گناهه ماڻهو جيل حوالي ٿي ويا. عقوبت خانن ۾ ڪيترائي موت جي ور چڙهي ويا ۽ ڪيترن ئي نه وسرندڙ زخمن کي پنهنجي وجود ۾ محفوظ ڪيو.

هر ڪوشش کانپوءِ به لزا جي خبر نه پئي ته اها ڪٿي آهي. ڪرنل مارٽن ڪراچي ۽ ڪراچيءَ کان ٻاهر ڪيترا دفعا فوج ڪشي ڪئي. هو ڏيءَ جي ڏک ۾ چريو ٿي پيو. جڏهن ڪجهه نه ڪري سگهندو هيو ۽ کيس بي وسيءَ جو احساس ٿيندو هيو ته ڪلهي تي ٻڌل ڳن واري بندوق رکي آگر ۾ چڪ پائيندو هيو. هن کي هر شيءِ مان ڏيءَ جي خوشبوءِ ايندي هئي.

هو ان تلاءَ ڪناري اداس ويٺل هوندو هيو جنهن ۾ لزا وهنجندي هئي. ان تلاءَ ۾ گلابي ڪنول ڦٽي آيا هيا ۽ هر ڪنول ۾ هن کي ڏيءَ جو روپ نظر ايندو هيو. بنگلي جي ويراني ڏسي کيس خوف ٿيندو هيو. لڳندو هيو ڪو اندر گهري آيو آهي ۽ هو ڪٿي ۾ تبديل ٿي ان کي ڏاڙهي رهيو آهي.

لزا جي ڏک ۾ هن ڪيترا بي گناهه ماري وڌا. عقوبت خانو رڙين ۽ روئڻ جي آوازن کان ڪڏهن جان ڇڏائي نه سگهيو. ڪرنل مارٽن مياڻ ۾ تلوار ۽ هٿ ۾ چانديءَ جي ٽڪنڪيءَ واري بندوق جهلي سپاهين سان گڏ گهوڙن جي ٽاپن سان ڌوڙ اڏائيندو هر ٽاڪ پيو لتاڙيندو هيو.

هڪ اطلاع تي هو پراٿي ڊربي به ويو جتي ڪچين جا باغ هيا ۽ ڪرنل کي محسوس ٿيو ڪچين جا ڊگها وڻ ڦهليل ڦرهن سان هوا ۾ لڏي روئي رهيا هجن. لزا جي وڃائجي وڃڻ تي هر شيءِ ماتم ڪري رهي آهي. هن بابا پٽ ۽ منهوڙي جا بيٽ لتاڙي تمر جي جهنگن کي ڪٽي ناس ڪيو. هو شاهه بندر کان لاڙي بندر ۽ حب نديءَ ڪناري ڪارڪ بندر جي ڊٺل ڪنارن جي مٽي ڪوٽيندو. گاجي پٽ کان مائي مرادان جي مزار کي ڳولهي ڪڍيو. مورڙي ۽ ياٺرن جي قبرن جي بي حرمتي ڪندي، ينڊ فقير جوڪين جا ڪيترائي نوجوان گرفتار ڪري ڪين عقوبت خاني جو منهن ڏيکاريو. پر لزا جي ڪا خبر نه پئي.

هڪ دفعي هو لياري نديءَ پريان چمڙو رنگيندڙ مزدورن جي ڳوٺ کان لنگهيو ته ڦهليل بوءِ ۾ کيس احساس ٿيو لزا مري چڪي آهي. هو واپس موٽي رنو ۽ بي وس ٿي پاٿيءَ جو گلاس وات تي چاڙهي هيٺ نظرون ڪيائين ته در وٽ هڪ چٺي نظر آئي.

هن اڳتي وڌي اها کڻي ۽ کولي پڙهيائين. ان ۾ لکيل هيو.

"جيڪڏهن قلعي جي جيل اندر ڪولين مان موت جو انتظار ڪندڙ حريت پسندن کي آزاد ڪيو وڃي ته هو ان بدلي لزا کي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار آهن. هيٺ قيدين جي لسٽ هئي ۽ وڌيڪ لکيل هيو ته هو ديس پرست آهن. انهن لزا کي ڪو نقصان نه پهچايو آهي. لزا خير ۽ خيريت سان آهي.

اها انهن وٽ ان وقت تائين مهمان رهندي جيستائين انهن جا مطالبا نہ ٿا مڃيا وڃن."

پڙهي مارٽن چرڪي پيو اهو سندس سمجهہ کان ٻاهر هيو تہ اهڙو پيغام ڪنهن پهچايو پوءِ سوچيائين قلعي ۾ ضرور حريت پسندن جا ساٿي موجود آهن. جيڪي پيغام رسائيءَ جو ڪم ڪن ٿا ۽ هر خبر حريت پسندن تائين پهچائين ٿا. قلعي ۾ ڪيترائي مقامي فوجي هيا جن جو تعداد انگريز فوج کان وڌيڪ هيو. اهو ڏکيو ڪم هيو تہ اهڙن پيغام رسائي ڪندڙ فوجين کي ڳولهي ڪڍجي. هو محتياط ٿي ويو ۽ ان ڏينهن کانپوءِ هر ايندڙ ويندڙ فوجيءَ تي نظر رکڻ لڳو.

هن ان چٺيءَ بابت برگيڊيئر باب هڊسن کي پڻ ٻڌايو. جنهن قلعي جي سيڪيورٽي ۽ امن تي ڳڻتيءَ جو اظهار ڪيو. هڪ ترت گڏجاڻيءَ جو حڪم صادر ڪيو تہ قلعي جي ڪمانڊنگ آفيسر سميت سڀ سيڪيورٽي عملدار شرڪت ڪن.

برگيڊيئر جي حڪم تحت هڪ گڏجاڻيءَ ۾ سڀ شريڪ ٿيا ۽ امن امان جي مسئلي تي ڳالهايو. سڀني ان ڳالهہ تي اتفاق ڪيو تہ "ڪولين ۾ موجود باغين کي ڪنهن بہ صورت ۾ آزاد نہ ڪيو ويندو ۽ سرڪاري فوج ۾ موجود غدارن کي ڳولهي ماريو ويندو."

ڪرنل مارٽن جڏهن ڏيءَ جا ڏک روئڻ شروع ڪيا تہ ڪيس سمجهايو ويو. "ان معاملي تي هو صبر کان ڪم وٺي، ڪو سياسي حل نڪري ايندو."

برگيڊيئر باب هڊسن حڪم جاري ڪيو تہ "لزا جي باري ۾ جيڪو ٻڌائيندو ان کي ويهہ هزار ڪوڙيون انعام ۾ ڏنيون وينديون."



## (8)

عثمان علي جڏهن مجاهدن سان تربيت حاصل ڪري رهيو هيو تہ ان پراسرار دنيا جي گهماگهميءَ ۾ ايڏو گم ٿيو جو هن ڪان پنهنجو ماضي وسري ويو. هو نديءَ جي تيز وهڪري ۾ ابتو وهندو پئي ويو. ندي هن کي وهايون نہ پئي وئي پر جڻ ندي هن مان ٿي وهي نڪتي.

عثمان عليءَ کي ان وقت پنهنجي اشهد آڱر تي اعتبار نہ آيو جڏهن ان ٽريگر دٻائي حب نديءَ جي الهندي ڪناري، ڪارايل جهنگ ۾ گولي هٽي. ٻہ ٻڪاتيو سوئر زخمي ڪري وڌو. اها ڪنهن انگريز ڪان ڪسيل بندوق هئي. ڪسيل بندوق جي گولي مالڪ کي ڳولهيندي آهي. هن ڏندن سان سٺ ڏئي سوئر جي چربيءَ وارو خول چلي ان مان ڇريا ڪڍي بارود سان ڀريل بندوق جي نليءَ ۾ وڌا ۽ پوءِ فائر ڪيو. زخمي سوئر، شينهن جو مرشد هوندو آهي. سوئر اٿي جيئن عثمان عليءَ تي حملو ڪيو تہ ان جي وات جي بوءِ کان وٺي واپس ڀڳو.

تن ڏينهن بندوق جي ڇرين کي محفوظ رکڻ لاءِ سوئر جي چربيءَ وارو خول استعمال ٿيندو هيو. انگريز فوج ۾ ڀرتي ٿيل مسلمان اهو ڏندن

سان ڇلي جنگ ۾ گولي هلائڻ کان اڳ دل ۾ ڪلمو پڙهندا هيا ڇو جو سندن وات پليت هوندو هيو.

مشقن ۾ شريڪ تربيت وٺندڙ مجاهدن کي اهي ڇرن واريون بندوقون هيون جيڪي کين 1857ع جي بغاوت جي نتيجي ۾ هٿ آيون. ان بغاوت جو هڪ سبب اهي سوئر جي خول واريون گوليون هيون. پر بغاوت ڪانپوءِ ساڳيون بندوقون انهن باغي مسلمانن وٽ هيون جيڪي سوئر جي خول کي ڏندن سان ڇلي چوندا هيا "جيئن جنگ ۾ گهوڙي جو گوشت جائز آهي. ائين سوئر جي خول وارين گولين جو استعمال ناجائز نہ آهي."

عثمان عليءَ محسوس ڪيو هن جو ڪنڌ هڪ هنڌ ڄمي ويو آهي. ڪيس موڙڻ ۾ تڪليف ٿي رهي آهي.

جماعت الاخصار مسلمانن جي تنظيم هوندي، هندو مسلمان اتحاد جي حامي هئي. ان جي اڳواڻن کي خبر هئي تہ هندوستان تڏهن آزاد ٿي سگهي ٿو جڏهن اتان جا سڀ ماڻهو متحد هجن. ان جو مقصد صرف انگريزن خلاف ويڙهہ هيو سندن مرضي هئي تہ هندو نوجوان ان تنظيم ۾ شامل ٿين. جيئن حوالو ڏئي سگهن تہ اها صرف مسلمانن جي تنظيم نہ آهي، پر هندوستان جي هر مذهب جا ماڻهو ان ۾ شامل آهن.

پلرام گهٽيءَ جي ان ڪوهيڙي ۾ ويڙهيل عمارت اندر جڏهن اڳواڻن جي گڏجاڻي ٿي تہ ڪجهہ ماڻهن جي ڪميٽي جوڙي ان حوالي اهو ڪم ڪيو ويو تہ هندو مسلم اتحاد کي زور وٺائين، ڪو بہ سازش ڪري اهڙي اتحاد کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪري تہ کيس سختيءَ سان سمجهايو وڃي. جيڪڏهن نہ مڙي تہ گهر ۾ گهڙي ائين ماريو وڃي جو پويان ڪو بہ ثبوت نہ هجي. ان ڪاميٽيءَ جو سربراهہ عثمان عليءَ کي مقرر ڪيو ويو.

عثمان عليءَ اهو ٿي پئي چاهيو تہ سندس اهڙو ڪم حوالي ڪيو وڃي جيڪو ان جي طبيعت موجب هجي. هندو مسلم اتحاد هن جي دل وڻان هيو. هن سوچيو هندوستان جو مفاد ان ۾ آهي تہ هندن ۽ مسلمانن کي هڪ ٿي رهڻ گهرجي پر کيس خبر هئي تہ اهو ممڪن نہ آهي، ڇو جو هو ان ملڪ جو رهندڙ هيو جتي نفرت ۽ دهشت کانسواءِ ڪجهہ نہ هيو. مذهبن

جي بنياد تي نُهيل ملڪ جنگ جي پيڙهہ جو پٿر هوندا آهن/ نفرت جي ول ايڏي اتاولي هوندي آهي جو اچلايل ٽڪ تي ڦٽي پوندي آهي/ پوءِ بہ عثمان عليءَ جي حسرت هئي تہ ماضيءَ جون غلطيون درست ڪري مٿان مستقبل سنوارجي پوي. اهو سوچي هن پڪو پهہ ڪيو تہ هو هندو مسلم اتحاد لاءِ ڪم ڪندو. جيڪو بہ اهڙي ڪوشش ۾ رخنو وجهندو تہ ان کي گوليءَ سان اڏاري ڇڏيندو.

هن جڏهن شهر جو جائزو ورتو تہ کيس محسوس ٿيو هندن ۽ مسلمانن ۾ نفرت جو ٻج ڦٽي چڪو آهي. اها انگريزن جي سازش هئي. جن پنڊت، پير، ملان ۽ مهراج تي هٿ رکيو هيو/ نفرت جي ول بہ گلابن جيان ڳاڙها گل ڏيندي آهي. فرق بوءِ جو هوندو آهي. گلابن جي بوءِ نڪ سان ۽ نفرت جي بوءِ اکين سان سنگهبي آهي. ڳاڙهي رنگ جو دوکو رت ۾ ظاهر ٿيندو آهي/ ڪراچي اڳ بہ اهڙي رنگ ۾ لال ٿي چڪي هئي. جڏهن ٻوڄو مل حب نديءَ ڪارڪ بندر ڇڏي ڪراچيءَ آيو.

اهو تاريخ جو دل ڏاريندڙ واقعو هيو. قوم ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي وڃي تہ اها قوم نہ رهندي آهي. مذهب خدا پاران پلائيءَ جو پيغام ڏنو پر ڌرتيءَ تي ان جي تبليغ گهڻو ڪري شيطان ڪئي آهي. دائري جا سڀ رستا مرڪز ڏي وڃن ٿا پر انسان مرڪز کي پٺي ڏئي دائري ڏي سفر ڪن ٿا. تاريخ جي ان دل ڏاريندڙ واقعي سنڌ ۾ انگريزن جي اچڻ لاءِ رستو صاف ڪيو. سيٺ ٻوڄو مل جي چتا جو دونهون محسوس ڪري اڄ بہ ڪراچيءَ جون اکيون آليون آهن.

تاريخ جو شاگرد هوندي عثمان عليءَ گذريل واقعي تي سوچيو. جڏهن سيٺ ٻوڄو مل مهاڻن جي ڳوٺ ڏڙٻي پهتو، اتي ڪجين جا وڻ هيا. هڪ وهندڙ چشمو هيو جنهن کي ڪلاچيءَ جو ڪُن چوندا هيا. تمر جا وڻ ڪٽي ان جي ڪاٺ ۽ مٽيءَ سان ڪوٽ اڏيو ويو. ان ڪوٽ کي بہ در هيا. اولهہ وارو کارو در ۽ اوڀر وارو مٺو در. ڪوٽ مٿان حفاظت لاءِ توبون رکيون ويون. وقت سان ڪلاچيءَ جو واپار وڌيو ۽ بحري جهازن جي اچ وڃ شروع ٿي وئي.

ڪلاچيءَ ڪناري مسقط، بحرين، فارس ۽ حجاز جا جهاز لنگر انداز ٿيندا هيا. ڪلاچيءَ جي تيز هوا ۾ سڙهه سمنڊ جي لهرن جيئن لهرائيندا هيا ۽ انهن جي ڇڪ ڪان ڪاٺ جي جهازن جا تڙڪاٽ ائين ٻڌبا هيا. جيئن سنڌن جي سور جي دوا اثر وجائي ويٺي هجي. ڪناري سان نير، ململ، رنگيل چمڙي، ڪاڏي ۽ سوسيءَ جا تاڪيا ۽ ٿان ڏيساور وڃڻ لئي ڪنهن ڪاري حبشيءَ جي ٻانهن جو انتظار ڪندا هيا. ڪلاچيءَ جي گهمر ۾ گودين اندر ڪم ڪندڙ مزدورن جي پيشانيءَ جو پگهر ڪڏهن نہ سڪندو هيو. وبڪري ڏوتيءَ جو لڙڪندڙ پاند انهن جي منهن ۽ ٻانهن جو پگهر اگهي وزن ڪان ڏرتيءَ سان پيو گسندو هيو. ڏيساور ۾ سيٺ پوچومل جون ڪوٺيون هيون. هو پئسن جي ڏيتي ليتيءَ جو ماهر هيو. ڏسندي ئي ڏسندي ڪلاچيءَ جي ڪوٽ ۾ گهڻ ماڙ عمارتون اڏجي ويون، رونق ۽ خوشيءَ ڪان ماڻهن جا منهن ٻهڪي پيا. هندن ۽ مسلمانن ۾ ڪو تفاوت نہ هيو. جڏهن هڪ بزرگ شاهہ نجم الدين ڪلاچيءَ جي ڪناري حج خاطري حجاز روانو ٿيو تہ بحري جهاز تائين ڪيس هندو ۽ مسلمان جلوس جي صورت ۾ گڏ وٺي آيا. اتي مولودن ۽ پڙهن سان ڪيس الوداع ڪيو ويو. بزرگ شاهہ نجم الدين جنهن کي اڇي ڏاڙهي ۽ نوراني چهرو هيو ان سيني کي سيني سان لڳائي موڪلايو ۽ انجام ڪيو تہ "حجاز وڃي هو حضور جن جي روضي ۾ سيني لاءِ دعا گهرندو تہ اي پيغمبرن جا سردار سنڌ جي اتحاد کي قائم رک."

ان ۾ ضرور ڪا حڪمت هوندي تہ خدا جي دربار ۾ دعائن ڪان وڌيڪ بددعائون اثر انگيز آهن، خدا دعا گهٽ، پر بددعا وڌيڪ قبول فرمائيندو آهي، جيئن ماڻهو محتياط رهن ۽ بددعائن ڪان بچن.

مذهب اهڙو ٻج آهي جيڪو دل اندر ڦٽي ٿو ماڻهو ڏسڻ ۾ ساڳيا هجن پر دليون مختلف آهن، اتحاد جي ڳالهہ اتي هوندي آهي جتي ماڻهو ورهايل هجن. ڪلاچيءَ جي قلعي جون بہ حالتون ساڳيون هيون، باوجود ان دعويداريءَ جي تہ هندو مسلمان هڪ آهن، اتي نفرتون ڪنهن چور جيان دلين اندر لڪيل هيون، اهي نفرتون تڏهن ظاهر ٿيون جڏهن "گندا" نالي هڪ نوجوان گهر ڪان ناراض ٿي، ڪنهن مسجد جي در ٻاهران ان نيت سان

اڇي بيٺو ته ڪيس ڪو سڏي ويهاريندو. اهو نوجوان، پنهنجي گهر ۽ ماحول کان بيزار هيو. مسجد جي در وٽ اچڻ جو مقصد اهو ئي هيو ته ڪيس نئين مذهب ۾ پناهه ڏني وڃي. ڪجهه شخص ان کي مسجد اندر وٺي ويا، ويهاري ٿوري تبليغ ڪيائون. نوجوان ان ڳالهه تي راضي ٿي ويو ته ڪيس مسلمان ڪيو وڃي. ان کي ڪلمو پڙهائي مسلمان ڪيائون. شهر ۾ ان ڳالهه جو سٺو اثر نه پيو. هر هنڌ چوبول ٿيڻ لڳا ته ڳُندا کي زوريءَ مسلمان ڪيو ويو آهي.

هندو دوڪاندارن مسلمانن کي سودو ڏيڻ کان انڪار ڪيو. شهر ۾ هندو اثر رسوخ وارا ماڻهو هيا، ڪاروبار انهن حوالي هيو. مسلمانن جي دلين ۾ هندن لاءِ پڻ نفرت جاڳي پئي. مسلمانن ڳئونءَ جي گوشت جا ٽڪر ڪٽي انهن کوهن ۾ اڇلايا جن مان هندو پاڻي ڀريندا هيا، اهڙا کوهه ليارِي نديءَ ڪناري هندن لاءِ الڳ هيا.

کوهه الڳ هوندا آهن. پاڻي الڳ نه هوندو آهي، کوهه هندو ۽ مسلمان هوندو آهي، کوهن اندر پاڻيءَ جو ڪو مذهب نه هوندو آهي، پاڻي ساڳيو آهي. دليون ساڳيون نه آهن پر رت ساڳيو آهي، ڳُندا جي واقعي ڊبيل نفرت کي جاڳائي وڌو.

سيد پورل شاهه هڪ انتهاپسند مسلمان هيو. ان محلي ۾ ويو جتي پوجواڻي ڪٽنب جا پاتي رهندا هيا. ان اتي وڃي هندن خلاف ڳالهايو. کين گاريون ڏنيون ۽ وڙهڻ جي ڌمڪي ڏني. سيٺ نائومل جو پاءُ پرسرام جيڪو اتي موجود هيو ان سيد کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. سيد نه مڙيو. سچو پاڙو اچي ڪٺو ٿيو. پرسرام پڻ سيد کي گهٽ وڌ ڳالهايو. مذهبي تڪرار ۾ پرسرام کان ڪجهه اهڙيون گٽيون ڳالهايون نڪري ويون جن جو مسلمانن تي سٺو اثر نه پيو. سيد کي وارو مليو ويو وڏي آواز ۾ چيائين ته "پرسرام حضور جن جي شان ۾ گستاخي ڪئي آهي."

ڳالهه وڌي وئي، سيد نورل شاهه سرنديءَ وارن مسلمانن کي دانهن ڏني ته "پرسرام سيني سامهون حضور جن جي توهين ڪئي آهي، ڪيس اهڙي گستاخي ڪري موت حوالي ڪيو وڃي."

پورل شاھ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ قرآن ڦيرايو تہ پوڄواڻين خلاف گڏ ٿي ڪين سزا ڏين. پرسرام کي پڪڙي سوليءَ تي چاڙهيو وڃي ڇو جو هو ان ڳالھ جو اڪيلو گواھ نہ آهي. پر ان وقت هجوم ۾ ويٺل هر فرد ان ڳالھ جي گواهي ڏيندو تہ پرسرام سيٺي سامهون حضور جن کي گهٽ وڌ ڳالهائي مسلمانن جي دل آزاري ڪئي آهي.

سڄي سنڌ اندر هندوءَ مسلمان ورهائجي ويا. پرسرام کي جيءَ جو جوکو نظر آيو. هو سنڌ ڇڏي جيسلمير هليو ويو. حيدرآباد ۾ مسلمانن جو وڏو انگ ڪٺو ٿيو. انهن ان وقت جي حڪمران مير مراد علي خان کان مطالبو ڪيو تہ سيٺ هوتچند کي مجبور ڪيو وڃي تہ هو پرسرام کي واپس گهرائي سخت سزا ڏئي.

مير مراد علي خان هوتچند کي نياپو مليو. "جيڪڏهن سندس پٽ پرسرام نہ آهي تہ پاڻ اچي حاضر ٿئي جيئن مسئلي جو حل ڳولهي ڌرين کي راضي ڪري سگهجي."

مير مراد علي خان جي چوڻ تي هوتچند ٻن هزار هندن سان حيدرآباد روانو ٿيو. حيدرآباد ۾ هندن خلاف نفرت عروج تي هئي. هر طرف باھ پئي ٻري. سيٺ هوتچند جڏهن اتي پهتو تہ قانوني چارا جوئيءَ کان اڳ ئي حملو ڪري سيٺ کي اغوا ڪيو ويو. اغوا ڪندڙ سيد نورل شاھ جا ماڻهو هيا. انهن سيٺ کي ٻيڙيءَ رستي ٺٽي پهچايو. جتي سيٺ هوتچند هڪ سيد گهراڻي وٽ قيد ٿيو. اهي سيد ڪٽر مسلمان هيا. سيد نورل شاھ جي چوڻ تي انهن حجم گهرائي سيٺ جو طهر ڪرائي ڇڏيو ۽ ڪلمي پڙهڻ تي زور ڀريو. سيٺ پاڻ سان ٿيل اهڙو ظلم ڏسي ڪلمو پڙهي قسم کنيو تہ هو ڪڏهن مسلمان نہ ٿيندو.

اهڙي حرڪت ۾ مير مراد عليءَ جو هٿ هيو. مير مراد علي چاهيو پئي تہ پوڄواڻين سان تعدي ٿئي ڇو جو هو پڪو مسلمان هيو. سندس من ۾ هندن خلاف نفرت هئي. ان سيدن کي کليو هٿ ڏنو تہ ڀل سيٺ کي اغوا ڪري اهڙي سزا ڏين ڇو جو مستقبل ۾ اهي وري اهڙي حرڪت نہ ڪن جو مسلمانن جي دل آزاري ٿئي. مير مراد علي ڪلاچيءَ ۾ پوڄواڻين جي وڌندڙ

اثر ۽ رسوخ کان چڱيءَ ريت واقف هيو. هو انهن کي سيڪٽ ڏئي انڪري زير ڪرڻ پيو چاهي جيئن اهي ٻنل هجن ۽ ڪڏهن ڳڙ کٽي نہ سگهن.

سيٺ هوتچند جي طهر جي خبر جڏهن سنڌ کان ٻاهر پهتي تہ سڀ راجا مهاراجا مير مراد عليءَ خلاف ٿي پيا. ڪڇ ۽ جيسلمير جي راجائن پيغام موڪليو تہ سيٺ هوتچند کي سيدن جي قيد مان آزاد ڪري تحفظ ڏنو وڃي. سيٺ کي آزاد ڪيو ويو. سيٺ سنڌ ڇڏي ڪڇ روانو ٿيو ۽ زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين اتي رهيو.

نائومل جيڪو هوتچند جو پٽ ۽ پرسرام جو پاءُ هيو ان ٽالپرن کان بدلي وٺڻ جي ٻاهہ ۾ انگريزن سان دوستي رکي ۽ انهن کي پهريون تحفو ادائي سئو رڍن جو ڏنو جيڪي جهاز ۾ بمبئي روانيون ٿيون. انگريز نائو مل جي ان تحفي تي ڏاڍا خوش ٿيا ڇو جو انهن کي ماڻهن کان وڌيڪ رڍن جي ضرورت هئي. اهي پنهنجي لشڪر ۾ مقامي ماڻهو رڍن جيئن پرتي ڪندا هيا. رڍ صدورو جانور آهي. گاهہ تي گذران ڪري قربان ٿيندو آهي. سيٺ نائو مل انگريزن جي آڌر ڀاءُ لئي تجوڙين جا منهن کولي ڇڏيا. انگريز سنڌ ٻاهران بگهڙن جيئن موقعي جي انتظار ۾ هوندا هيا. وجهہ ملي تہ حملو ڪيون. هرڻيءَ جهڙي سنڌ ڪين موقعو ئي نہ ٿي ڏنو پر انگريز ان بگهڙ جيان هيا جيڪو جهنگ ۾ گهمي رهيو هيو تہ ڪيس هرڻي ملي وئي. سوچيائين هرڻيءَ کي ڪيئن کاوان؟ اهو سوچي هرڻيءَ کان سوال ڪيائين "ٻڌو آهي تون اڄڪلهہ مونکي گاريون ٿي ڏيندين وتين؟"

هرڻيءَ هيسجي عرض ڪيو "قسم آهي تنهنجي عدل ۽ انصاف جو مون اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نہ ڪئي آهي."

بگهڙ سوچ ۾ پئجي ويو تہ هرڻي حملي جو موقعو ئي نہ ٿي ڏئي. پوءِ چيائين "جيڪڏهن تون گاريون نہ ڏنيون هونديون تہ تنهنجي پيءُ ضرور گاريون ڏنيون هونديون." ائين چئي هرڻيءَ تي حملو ڪري کائي ويو.

نائومل بگهڙ کي دعوت ڏيڻ لاءِ ان جي راهہ ۾ گوشت جا ٽڪر وڇايا. هو انگريزن کان ايڏو تہ متاثر ٿيو جو مڇون وڏائي ڪنن تي رکيائين. پڳ ايڏي وڏي ۽ ويڪري ٻڌندو هيو جيئن مسلمان پري ٿي لنگهن. وڏي

ڪڙتي ۽ ويڪري ڏوتيءَ ۾ سندس يڳدار منهن تي وريل مڇون ڏسي لڳندو هيو. هو وارن ۾ ڪيهه جو آهي. انگريز کيس "ڪاٽن مين" ڪوٺيندا هيا ۽ هو انهن کي "آئون مين" چوندو هيو. چو جو سندن دليون لوهه جون هيون جن تي ڪراچيءَ جي گهر ۾ ڪٽ چڙهي ويندي هئي

نائومل ليفٽيننٽ ڪرنل پوٽنجر سان شطرنج کيڏندو هيو. هو شطرنج اهو سوچي کيڏندو هيو ته پوٽنجر کان هارايان ۽ پوٽنجر جي دلي خواهش هوندي هئي ته نائومل راند ڪٽي چو جو هو نه چاهيندو هيو ته نائومل جهڙي وفادار مٽان هن جو رعبُ طاري هجي. هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ هارائڻ جي ڪوشش ڪندا هيا ۽ جڏهن ڪو به نه هارائيندو هيو ته پڪو پهه ڪندا هيا. هو هڪ ڏينهن ضرور ڪٽيندا ۽ ٽالپر مهرن جيان انهن جي قدمن ۾ پيل هوندا.

نائومل جو، ڏاڏو ڏريانومل ۽ پڙڏاڏو پوجومل ڪبوترن پالڻ جا شوقين هيا. هن کي پيءُ هوتچند جي طهر جو تصور ائين پئي محسوس ٿيو جيئن من ۾ ڪبوتر جي چهيندڙ چهنب. هو سوچڻ لڳو هن جي وڏڙن کي شايد اها خبر نه هئي ته تهه تي ويٺل ڪبوترن جي پڙڪيءَ تي صرف ڪبوتر نه لهندا آهن پر باز به لاهي سگهبا آهن.

انگريزن جون اکيون باز جهڙيون هيون. باز جي بازيگريءَ ۾ الوءَ جون اکيون تخليق ٿيون آهن. اُلوءَ جي خواهش هوندي آهي ته جيڪر هو باز هجي. اهڙي حسرت ۾ هو باز ته نه ٿي سگهيو پر اکيون الوءَ جون ٿي ويون. ٽالپرن ڪڏهن باز جهڙن انگريزن تي نظر نه ڪئي. جنهن ڪري اهي اُلو ته نه ٿي سگهيا پر بيمار ڪبوتر ثابت ٿيا. ڪبوتر بيمار ٿئي ته ڪنڌ چهو ڪري پاڻ چوڌاري ڦرندو آهي، اهو ست ڦيرا پورا ڪري ٽڏو ٿي ويندو آهي.

طول وهاڻن کي ٽيڪ ڏئي ويٺل ٽالپر مري چڪا هيا ۽ لڳندو هيو ته ويٺل آهن.

ڪراچيءَ تي انگريزن جي قبضي وقت نائومل انهن جي استقبال لاءِ قلعي تي سٺن توپن جي سلامي ڏني. جهن جو رخ اولهه طرف سمنڊ ڏي

هيو ۽ ستين ۽ جو اوپر طرف جيسلمير ڏي واري سان ڇهن توپن مان آواز آيو.
"ڀلي ڪري آيا."

ستين توپ مان جيڪو آواز نڪتو اهو ائين محسوس ٿيو جيئن ان پيءُ ڏي پيغام موڪليو هجي ته "هلي آ هوتچند".

ان هندو مسلم تفرقي جو فائدو انگريزن کي اهڙو ٿيو جو ڪراچي ۽ تي قبضي ڪانپوءِ پوري سنڌ پڪل بير جيان انگريزن جي جهول ۾ ڪري پئي. اهو بير انگريزن ڪاڏو ۽ ڪوڪڙو چوسي ڦٽو ڪيو. جيڪڏهن اهي بير ڪوڪڙي سوڌو ڪائين ها ته هي ڏينهن ڏسڻا نه پون ها ڇو جو انهن جي اڇلايل ڪوڪڙي مان وري سنڌ ڦٽي نه هئي.

عثمان علي سوچي وري خيالن ۾ گم ٿي ويو ۽ پوءِ چپن ۾ چيائين "مان ڪهڙي دنيا جو رهواسي آهيان؟"

## (9)

ڪرنل مارٽن ڊيءَ جي ڳولها ۾ اڌ چريو ٿي پيو هن جي اڌ چريائپ دماغ جي ڪاهي پاسي هئي. هن جي جيئري هجڻ جو سبب ڪاهو پاسو هيو/ڇو جو درد، پيڙا ۽ ڪاوڙ واري زندگيءَ ۾ ماڻهو پنهنجي چريائپ سبب جيئرو هوندو آهي./

هن وٽ هڪ اهڙو مقامي سپاهي هيو جنهن ڪي نڪ ۾ ٽي سوراخ هيا. اهي ڏسڻ ۾ ٻه هيا پر هڪ سوراخ مخفي هيو. جيئن انسان کي ڇهون حواس عطا ٿيل آهي. جيڪو ڪيس اوچتو ٿيندڙ واقعن کان باخبر ڪندو آهي. ائين ان ڪي فطرت ٽيون نڪ ڏنو هيو جيڪو بي بوءِ شين جي بوءِ محسوس ڪندو هيو. ڪرنل ان کي پاڻ وٽ گهرائي سندس هٿڇيءَ ۾ لڙا جو ڳاڙهو رومال ويڙهيو ۽ پوءِ ڊائننگ ٽيبل تان ڊڳي جي گوشت مان ٻچيل هڏي کي هٿ ۾ کڻي ڪيس اشارو ڪيو "وڃ ۽ وڃي ڳولهه. جيڪڏهن ناڪام ٿئين ته هڏي جو هڪ ڏڪ تنهنجي نڪ لاءِ ڪافي آهي."

سپاهيءَ کي خبر هئي ڪرنل چريو ٿي پيو آهي. سندس نڪ ۾ اهڙو حواس ٻه هيو جو هو چريائپ سنگهي سگهندو هيو.

"پرسرڪار" هن چيو ۽ ڪرنل محسوس ڪيو جيئن ان وات سان نه ڳالهايو هجي. "اڄڪلهه هوا بند آهي. جيئن کلي ته بوءِ جو سفر شروع ٿي ويندو."

ڪرنل وسري ويل ٺهڪ ياد ڪري روئي ويٺو.

"وڏو ڪو..." ڪرنل چوڻ چاهيو پر وات تي هٿ ڏئي لفظ روڪيائين. هن هٿ هٽايو تہ لفظن جي رواني شروع ٿي وئي. "منهنجو مطلب آهي تنهنجي ڳالهہ نہ سمجهي."

سپاهيءَ هٿ ٻڌي عرض ڪيو "هوا پنهنجي رخ سان بوءِ محسوس ڪرائيندي آهي. لزا جي بوءِ هوا ۾ سفر ڪري مون تائين پهچندي. هوا بند هوندي تہ نڪ نہ ڪلندو."

ڪرنل ان ڪالي ماتا جي مجيندڙ کي يسوع جو قسم ڏنو تہ "جتي تلوارون ڪم نہ ڪنديون آهن اتي نڪ ئي اهڙو هٿيار آهي. جنهن سان مقصد ماڻي سگهجي ٿو."

سپاهي لزا جو ڳاڙهو رومال ويڙهي بنگلي کان ٻاهر. نڪتو تہ ڪرنل جي ٽيبل تي رکيل هڏي کي ياد ڪري سندس وات ۾ پاڻي ڀرجي آيو.

جماعت الاخصار جي سربراهہ کي خبر پهچي وئي تہ انگريزن کي لزا جي موجودگيءَ جو اطلاع ملي چڪو آهي. اهو سڀ هڪ فوجيءَ ڪري ٿيو آهي. جنهن جو تعلق بنگال سان آهي ۽ پنهنجين لڪيل شڪتين ڪري انسانن کي انهن جي شڪلين مان نہ پر بوءِ مان سڃاڻي ٿو ڪيس اهڙي بوءِ ڪوهن ڪان محسوس ٿئي ٿي. ان لزا جي بوءِ محسوس ڪري ڪرنل کي اطلاع ڏنو آهي تہ لزا ڀاڊري بندر تي هڪ زمين دوز مدرسي ۾ قيد آهي. جنهن مدرسي مٿان مندر ٺهيل آهي ۽ ان مندر جا پنڊت پيشانيءَ تي ڀڳوان جو ٽڪو هڻي عربيءَ ۾ پڙهن ٿا.

اهڙي خبر پهچڻ شرط جماعت الاخصار حرڪت ۾ اچي وئي ۽ حرڪت الاخصار نالي هڪ ٽولي ترتيب ڏني. ان ٽوليءَ جو سربراهہ عثمان عليءَ کي مقرر ڪيو. عثمان علي انهن لاءِ هڪ قابل ڪارڪن ثابت ٿيو هيو. جماعت الاخصار جو سربراهہ هن جي ڪم مان مطمئن ٦ ^. عثمان عليءَ هندو مسلم اتحاد لاءِ ڪم ڪيو هيو.

جماعت الاخصار جي سربراهہ عثمان عليءَ کي حڪم ڏنو تہ "هو هڪدم ڍاڍري بندر روانو ٿئي ۽ انگريزن جي پهچڻ کان اڳ لڙا کي ڪيڍي پيڙيءَ رستي اتر ڏانهن ڏهہ ڪوهہ سفر ڪري پالارا بندر پهچي. اتي خدا بخش ڪٽيءَ نالي هڪ مهاڻو ۽ مجاهد موجود آهن. جيڪي سندس مدد ڪندا."

عثمان علي اهڙي موقعي جي ڳولها ۾ هيو. حڪم ملڻ شرط سندس منهن ۾ رت پرجي آيو. اکيون روشن ٿي ويون. مرڪي عرض ڪيائين "قبلا مان توهان جي اميدن تي پورو لهندس. ڪوشش ڪندس تہ انگريز لڙا تائين پهچي نہ سگهن. بس توهان جي دعا گهرجي. دعا ڪندا تہ پنهنجو مقصد ماڻيان ۽ لڙا کي ڪيڍي وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيان."

"آمين" جماعت الاخصار جي سربراهہ سيني سميت چيو. عثمان عليءَ کي ڍاڍري بندر رواني ٿيڻ کان اڳ هڪ طمنچو ڏنو ويو جنهن تي هڪ انگريز ڪمپنيءَ جي مهر هئي ۽ هيٺان بريڪيٽ ۾ سن پڙهي هو حيران ٿي ويو. اها هن جي جنم جي تاريخ هئي. ڪيس اکين تي يقين نہ آيو. هن اکيون ڦاڙي وري پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هڪ ڪارڪن کيس ٽوڪيو. "چا تو ڏسين طمنچو اصلي آهي. انگريز پل نقلي هجي پر انهن جو اصلحو اصلي هوندو آهي."

ڪارڪن جي ڳالهہ تي عثمان عليءَ طمنچي جو جائزو ورتو. اهو ڊگهي ۽ ويڪري نليءَ وارو هيو. ويڪر ايڏي تہ هئي جو ان ۾ ماڻهو جو منهن پئجي وڃي. ٽڪٽڪي ۽ ٽريگر چانديءَ جا هيا. جيئن ڪلاچيءَ ۾ مشهور هيو تہ مسلمان سچو سون جو هجي پر ان جي پٺ پتل جي هوندي آهي ۽ هندو پل سچو پتل جو هجي پر ان جي پٺ سون جي هوندي آهي. ائين اهو طمنچو سچو لوهہ جو هيو پر ٽڪٽڪي ۽ ٽريگر چانديءَ جا هيا. عثمان عليءَ کي هر هنڌ نفرت جو عنصر نظر آيو. پوءِ اهي هندو مسلمان هجن يا طمنچو. هن هندو مسلم اتحاد کي قائم رکڻ لاءِ هڪ دفعي انهن کي صلاح ڏني تہ اهي پنهنجي پٺ هڪ ٻئي سان مٽائين. ائين ڪرڻ سان اهي خالص

تي پوندا. پر هن جي اهڙي صلاح تي ڪنهن عمل نہ ڪيو ۽ هندوستان جو اڳ ۽ پٺ بدلجي ويو.

عثمان علي ڪارڪنن سان گڏ جڏهن ڏاڍري بندر پهتو تہ پري کان بدبوءِ شروع ٿي وئي. اها بدبوءِ ڪچون ۽ ڪميون پچائيندڙ انهن ڏيڏن جي گهرن مان اچي رهي هئي جيڪي انهن جو ماس کائڻ ثواب سمجهندا هيا. ان بندر جو نالو انهن ڏيڏن پوبان پيل هيو. ڏاڍري بندر انهن ڳوٺن جي ڪري بہ مشهور هيو جيڪي ماڻهوءَ جي قد کان وڏيون هيون ۽ هر هر زبان ڪڍي چڻ ڪجهہ ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪنديون هيون. دراصل اهي دانهن ڏيڻ چاهينديون هيون تہ انهن جو نسل تباهہ ٿي رهيو آهي. روز انهن جا جهاز ڀرجي خليج وڃن ٿا ۽ عرب انهن جو گوشت کائي زيادتي ڪن ٿا.

اتي ڏيڏ عورتون سانڊن جي جيري مان تيل ڪڍي بوتلن ۾ محفوظ ڪنديون هيون. حڪمت ۾ اهو تاثر آهي تہ ساڳي شيءِ ساڳي شيءِ کي فائدو پهچائي ٿي. سانڊو سخت ٿئي ٿو ان ڪري اهڙو تيل مرداڻي عضوي ۾ سختي پيدا ڪري ٿو. عثمان عليءَ ڏٺو بندر ڪناري آباد ان ڳوٺ جي گهرن جون ڇتيون ڪاريون هيون. سڄي ڳوٺ جي ڇتين کي دونهي جو رنگ ڏنل هيو ۽ ماڻهو هلڻ ۾ ايڏا سست هيا جيئن ڪمين جي ٻوڙ.

عثمان علي جماعت الاخصار جي ٽولي جي اڳواڻي ڪندي جڏهن ان مندر کي ڳولهيندي هڪ مسجد ۾ پهتو تہ اتي ويٺلن جي ڏاڙهيءَ جو رنگ گيڙو هيو. هن اتي پهچي ان مندر جو ڏس پڇيو جنهن هيٺان مدرسو آهي تہ ڪيس ڪنهن جواب نہ ڏنو اهي هيٺ ڪنڌ ڪري ديو ناگريءَ ۾ لکيل ڪو ڪتاب پڙهي رهيا هيا. عثمان عليءَ کين يقين ڏياريو تہ هو جماعت الاخصار جا ڪارڪن آهن ۽ انگريزن جا جاسوس نہ آهن تہ انهن مان هڪ گيڙوئين ڏاڙهيءَ کي کنهندي چيو "ثبوت ڏيو؟"

عثمان عليءَ طمنچو ڪڍي ان کي ڏيکاريو. طمنچي جو منهن هن پاسي ۽ هٿيو ٻئي پاسي هيو اتي ويٺل سمجهي ويو تہ هي پنهنجا ماڻهو آهن ڇو جو طمنچي جو منهن جيڪڏهن انهن ڏي هجي ها تہ پڪ سان اهي انگريزن جا جاسوس هجن ها پر هٿيو انهن ڏانهن هيو. اهي ڏاڙهين وارا

شخص حرڪت الاخصار جي ٽولي کي مسجد جي هجري مان هوڪرا ڏئي ويندڙ هڪ ڏاڪڻ مان هيٺ وٺي ويا جتي زمين دوز مندر هيو. ان مندر جي ديويءَ اڳيان پرساد پيل هيو. حرڪت الاخصار جي مجاهدن کي اتي ويهاري پرساد سان خاطر تواضح ڪئي وئي. انهن کي ڳاءِ ماتا جي ڇڏي کير جي لسي پيئاري تازو توانو ڪيو ويو. جڏهن انهن جا ٽڪ لٿا ته هڪ شخص ڳالهايو. "هيءَ سڀ هندو مسلم اتحاد جو مثال آهي، مسجدن هيٺان مندر آهن ۽ مندرن هيٺان مسجدون. جيئن هن مسجد هيٺان مندر آهي ائين هتان ڪان ڪوهه پري هڪ مندر هيٺان مدرسو آهي."

"ها، اسان کي ان مدرسي جي ڳولها آهي" عثمان علي چيو.

"ٿورو ٽڪ پچون ته توهان کي اوڏانهن روانو ڪيون ٿا." ان شخص چيو ۽ پوءِ هليو ويو.

عثمان علي سوچيندو رهيو. هيءَ ڪهڙو هندو مسلم اتحاد آهي، جو مدرسا، مسجدون ۽ مندر هڪ ٻئي ۾ لڪيل آهن. هو سوچي ئي رهيو هيو ته ديويءَ واري پاسي کان آواز آيو. "اهو انڪري ته جڏهن ڪو قوم جو دشمن ۽ غدار، جيڪو عيسائي، هندو يا مسلمان ٿي سگهي ٿو ان کي هتي آڻي ائين لڪائبو آهي جو ڪو شڪ نه ڪري. هندو هوندو آهي ته ان کي ندر هيٺان مسجد ۾، مسلمان هوندو آهي ته ان کي مندر هيٺان مدرسي ۾ لڪائبو آهي. اهي سڀ لڪڻ جون جايون آهن. عبادت سان انهن جو تعلق ڪونهي."

عثمان عليءَ جا ڪن ڪڙا ٿي ويا. ڪيس اعتبار ئي نه ٿي آيو ته ڪو سوچن جو جواب زبان سان ڏئي سگهي ٿو هن ته صرف سوچيو هيو. هن جي سوچن کي ڪنهن ٻڌو؟ ۽ انهن جو جواب ڪيئن آيو؟ هن ديويءَ جي منهن ۾ ڏٺو سندس وات مان نڪتل ڳاڙهي زبان گم هئي.

گهڙي گذري ته هڪ گيڙو ڏاڙهيءَ وارو ڏاڪڻ مان لهي هيٺ آيو ۽ چيائين "هلو هلڻ جو وقت ٿي ويو آهي."

اهي ان پويان ڏاڪڻ چڙهي مٿي آيا. سج لهي چڪو هيو ۽ هلڪي اونده هر طرف ڇانيل هئي. هو سڀ هڪ گيڙو ڏاڙهيءَ واري جي رهنمائيءَ ۾ ٻه ڪوهه سفر ڪري اهڙي مندر وٽ پهتا جنهن جي در تي هڪ وڏو گهنڊ

لڙڪي رهيو هيو. ان شخص اتي پهچڻ شرط گهنڊ کي ائين لوڏيو جيئن هو ان جي آواز ۾ ڪو پيغام ڏيڻ چاهيندو هجي. ٻه ٻاوا ٻاهر نڪتا ۽ انهن نڪرڻ سان سوال ڪيو.

"عيسائي آهن؟"

"ها" گيڙو ڏاڙهيءَ واري جواب ڏنو.

عثمان عليءَ سميت ٽولي ۾ موجود سيني اعتراض ڪيو.

"پر اسان ته مسلمان آهيون."

گيڙو ڏاڙهيءَ وارو کليو ۽ چيائين "اهي سڀ ڳجها اشارا آهن. عيسائي معنا مسلمان، مسلمان معنا هندو ۽ هندو معنا پارسي"

"پارسي معني؟" عثمان عليءَ سوال ڪيو.

"پارسي معنيٰ دربدر، ڪڏهن ڪنهن ملڪ جا ڌڪا ته ڪڏهن ڪنهن ملڪ جا ٿاٻا."

هو جڏهن مندر ۾ پهتا ته رکيل مجسمي ۾ حرڪت ٿي، اهو پٿر جو مجسمو نه پر رميش لال هيو جنهن جا انگريزن خلاف قصا مشهور هيا. هڪ دفعي ان عورت جو روپ بدلائي هڪ انگريز آفيسر کي قتل ڪيو هيو. اهو اهڙو بهروپ ڌاريندو هيو جو آئيني اڳيان پاڻ کي سڃاڻي نه سگهندو هيو. ان لاءِ اهو قصو به مشهور هيو ته هڪ دفعي پاڻ تي عاشق ٿي پيو. هو پورو ڏينهن ڪجهه کائڻ پيئڻ بنا آئيني ۾ پاڻ کي ڏسندو رهيو ۽ جڏهن رات ٿي ته هو اونده ۾ پاڻ کي وڌيڪ ڏسي نه سگهيو ۽ هيٺ ڪري پيو. ٻين سمجهيو شايد ڪنهن انگريز جي حملي ڪان زخمي ٿي هيٺ ڪريو آهي، پاڻي پيئاري پڇيائونس.

"ڪنهن حملو ڪيو؟"

جواب ڏنائين "مون پنهنجو پاڻ تي حملو ڪيو ۽ گهايل ٿي پيس."

پيا خوش ٿيا ته رميش لال انگريزن خلاف مشقن ۾ ايڏو ته محو آهي جو پنهنجيون مشقون پاڻ تي ٿو ڪري.

عثمان علي مندر ۾ گهڙڻ سان رميش لال جي روپ ڪان گهڻو متاثر ٿيو جنهن ۾ هو پٿر جي ديويءَ جو روپ ڌاري ويٺل هيو. رميش لال اڳتي وڌي

عثمان عليءَ جو جائزو ورتو. ان جي منهن ۾ اکين ۾ ڇتائي ڏٺو پوءِ سوال ڪيائين "تنهنجو ڪرمنڊل ڪٿي آهي؟"

عثمان علي اهڙي سوال تي وائڙو ٿي ويو. سندس پيرن هيٺان زمين نڪري وئي.

"ڪهڙو ڪرمنڊل؟" هن پڇيو.

"جنهن ۾ پاڻي پرڻ آيو هئين." رميش لال چيو.

هن جي سوال تي عثمان علي حيران ٿي هين جي منهن ڏانهن ڏسڻ لڳو. هن وٽ ڪو جواب نہ هيو. شايد هو پڪڙجي پيو هيو. رميش لال کي سڀ خبر هئي. اهو ڪيس سڃاڻي رهيو هيو.

رميش لال هن جي حيرانگي ڏسي مرڪيو ۽ سندس ويجهو اچي پڻي ٽپيندي چيائين "ڪا ڳالهہ نہ آهي جڏهن واپس وڃي تہ کڻجانءِ"

عثمان علي ڪکو وڪو ٿي ويو ۽ پوءِ ياد ڪيائين سولجر بازار وٽ نائيٽ ڪلب ۾ جنهن ويٽر ڪيس ڪرمنڊل ۾ برف اندر اسڪاچ جي بوتل وجهي ڏني هئي ۽ ان پاران ڏنل ڳجهو نياپو ڪلب اندر ڪيبري ڊانس جي گوڙ سبب ٻڌي نہ سگهيو هيو. اهو ويٽر ٻهرو پيو رميش لال هيو. ڪيبري ڊانس دوران وڄندڙ سازن ۾ هو ايترو سمجهي سگهيو هيو. "اسڪاچ.... زهر... وڊبائرن... بيرڪ پنج"

هن خوف کان اهو ڪرمنڊل سولجر بازار جي ڪچري ڪونڊيءَ ۾ ڦٽو ڪري گارڊن بازار جي رش ۾ پناهہ وٺي جان ڇڏائي هئي.

ڳالهہ ياد ڪري هن رميش لال کي ياڪر پاتو ۽ چيو "او ويٽر تون هئين؟"

"ها" رميش جواب ڏنو. "مان اڳ بہ توکي ساٿي سمجهيو هيو ۽ اڄ بہ سمجهي رهيو آهيان."

عثمان عليءَ اهو سوچي سک جو ساهہ کنيو تہ سندس پت رهجي آئي.

سيني کي ان ڳالهہ جو احساس ٿيو تہ گهڻي دير ٿي چڪي هئي. ان کان اڳ جو انگريز ساڳي سپاهيءَ کي ساڻ ڪري جنهن جي نڪ ۾ تي

سوراخ هيا. اتي پهچڻ. انهن مناسب سمجهيو تہ لزا کي اتان ڪڍي پالارا بندر موڪلڻ جو انتظام ڪيو وڃي. عثمان علي اجازت گهري تہ ڪيس لزا سان ملڻ ڏنو وڃي، هن جي ڳالهہ تي هڪ مجاهد چيو "هو لزا سان نہ ٿو ملي سگهي. ڇو جو متان ڪا اهڙي حرڪت ڪري وجهي جنهن مان آزاديءَ کي خطرو هجي."

ٿوري دير گذري تہ اچي ٽوپيءَ سان هڪ ٻار ڪڇ ۾ گيتا ڪٽي انهن جي پير ۾ اچي بيٺو ۽ چيائين "توهان مندر ۾ ويهي عربي پڙهو تہ هاڻي ٿو لزا سان هن جي ملاقات ڪرائي موٽان."

پوءِ هن عثمان عليءَ کي اشارو ڏنو. "هيڏانهن ڏاڪڻ سان هيٺ اچ."

عثمان عليءَ ان پوڙهان ويندي پڇيو "رميش لال ڪٿي آهي؟" اچي ٽوپي پاتل ٻار ڪليوءَ جواب ڏنائين "مان رميش لال آهيان."

عثمان علي ان ٻهروپئي کي ڏسي سوچ ۾ پئجي ويو تہ اچي ٽوپي ۽ گيتا پنهنجيءَ جاءِ تي پر ان قد ڪيئن ننڍو ڪيو؟ هن جڏهن اهو راز معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جواب ڏنائين "اهو ان جو اصل قد آهي پر عام رواجي طور هو جنهن قد ۾ نظر اچي ٿو اهو ٻهروپ آهي."

عثمان علي وڌيڪ ڪجهہ نہ ڳالهائي سگهيو اندهيري ڏاڪڻ مان هيٺ لهي جڏهن هو مدرسي ۾ ويو تہ مدرسي جي پوئين پاسي هڪ بيرڪ اندر لزا تمام خراب حالت ۾ ويٺل هئي. سندس جسم گندگيءَ سان ڀريل هيو لباس ڦاٽي چڪو هيو بيرڪ ۾ بوءِ ڦهليل هئي. هن جا ناسي وار مٽيءَ ۾ ڪارا ٿي چڪا هيا. هن ڏٺو سندس سامهون سوپيا ويٺل نظر آئي. هو ان خدائي فلسفي سان متفق ٿي ويو تہ توهان جهڙي دنيا ڪنهن ٻئي هنڌ توهان جهڙي دنيا جيان آهي، توهان جهڙا ماڻهو آباد آهن. انهن جا وجود توهان کان مختلف نہ آهن. اهي توهان ئي آهيو جيڪي ٻن دنيائن ۾ موجود رهي هڪ ٻئي کان غافل آهيو.

لزا، سوپيا جو روپ هئي. لزا، لزا نہ هئي، اها سوپيا هئي. هو ان کي ڏسي روئي پيو ۽ رميش لال سوچ ۾ پئجي ويو تہ شايد عثمان علي بہ ٻهروپيو

آهي. روئڻ ان جو ٻهروپ آهي، نہ تہ ڪھڙو ضرور آهي. هڪ مجاهد دشمن کي ڏسي روئي پوندو.

لزا انهن کي اتي ڏسي کين التجا ڪرڻ لڳي تہ "ڪيس آزاد ڪيو وڃي. ڇو جو عورتن جي اغوا سان آزادي نہ ملندي آهي."

رميش لال ان کي ٻڌايو تہ "ڪيس مجاهدن جي بدلي آزاد ڪيو ويندو هوءَ ان وقت تائين صبر سان انتظار ڪري"

عثمان عليءَ جي من چاهيو هو طمنچو ٻاهر ڪڍي سيني کي سيني ۾ گوليون وهائي. لزا کي ٻاهر ڪڍي فرار ٿي وڃي پر ڪيس خبر هئي تہ اهو ممڪن نہ آهي. هو اڪيلو هيو ۽ ضرور نہ هيو تہ طمنچو صرف هن وٽ هجي. ٿي سگھي ٿو اتي هٿيارن جا ذخيرا هجن ۽ هو لزا سان گڏ مارجي پوي. هن رميش لال ڏي ڏٺو جيڪو ڪيس قد ۾ جنگھ تائين پئي آيو. اڇي ٽوپي ۽ ڪڇ ۾ جهليل گيتا ڪري اهو ٻهروپيو ائين پئي نظر آيو جيئن وقت جو سنگتراش مجسمو مڪمل نہ ڪري سگھيو هجي.

عثمان علي لزا سان هڪ لفظ بہ ڳالهائي نہ سگھيو. سواءِ ان جي تہ هو لزا جي ڪن ويجهو ويو ۽ سُس پُس ڪئي. ان جي اهڙي حرڪت تي لزا اکيون کٽي هن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ ان جون اکيون چمڪي پيون.

رميش لال. عثمان عليءَ جي اهڙي حرڪت کي غور سان ڏٺو ۽ پوءِ سوال ڪيو "تو ڇا چيو؟"

"ڪجھ نہ" عثمان عليءَ جواب ڏنو. "بس ان کي ياد ڪرايو تہ پالارا بندر هلٽو آهي."

"تہ ڇا هن کي خبر هئي پالارا بندر هلٽو آهي." رميش لال پڇيو.

عثمان عليءَ ڳالھ لنوائيندي چيو "هر انسان کي خبر آهي، ڪاڏي هلٽو آهي."

رميش لال هن جي جواب مان مطمئن نہ ٿيو ۽ ٻهريون دفعو محسوس ڪيائين. هو ٻهروپيو نہ آهي پر ٻين جي ٻهروپ ڪري هن جو روپ بدليل آهي.

لزا ڪي ٻيڙي ۾ چاڙهي جڏهن مجاهدن سنڌوءَ ۾ ونجهه هلايا تہ اتر طرف پالارا بندر ڏي ڏهن ڪوهن جو فاصلو ڏهن ڏينهن ۾ مڪمل نہ ٿي سگهيو. مٿان سڙهہ واءُ ۾ ائين پئي ڦڙڪيا جو پڪي پريشان ٿي ويا تہ هي کهڙا زخمي پر آهن، جيڪي ڦڙڪن ٿا ۽ موت انهن تي نازل نہ ٿو ٿئي، سنڌو گجگوڙ ڪندو اتر کان ڏکڻ وهي رهيو هيو. ان ۾ اتر طرف سفر ائين هوندو هيو جيئن ملڪ فتح ڪرڻ. اها پاٽي ۽ ونجهن جي ويڙهہ هوندي هئي. ٻيڙو ائين هلندو هيو جڻ جاڻ ٿا سڙهہ ان کي اونڌو ڪن. سنڌو سمنڊ جو سوٽ هيو. سوٽن جي ڪاوڙ ڀائرن کان وڌيڪ هوندي آهي. سنڌوءَ جي ڪاوڙ سمنڊ کان وڌيڪ هئي. اهو بدلبو هيو تہ پنهنجن پراون کي ٻوڙي لاهيندو هيو. مجاهدن سنڌوءَ جي وهڪري جو مقابلو ڪندي، نيٺ پندرهين ڏينهن منزل ماٽي، اهي لزا کي ساڻ ڪري پالارا بندر پهتا تہ خدا بخش ڪٽيءَ کي ڳولهيو جيڪو هڪ مهاٽو هيو.



## (10)

پالارا بندر جو نالو پلن پوپان پيل هيو پلا جام مرندا هيا. سنڌوءَ جو هيءَ بندر سمنڊ کي ويجهو هجڻ ڪري پلي جو سفر هتان ئي شروع پئي ٿيو. پلو ايڏو تہ سگهارو هوندو هيو جو پڪڙجڻ کان پوءِ ٻن جي هٿن ۾ ايندو هيو. ائين ڦٽڪندو هيو جيئن چار هٿ ڏڪندا هجن. پالارا جي ٻي خصوصيت اها هئي تہ سدائين ڪوهيڙو هوندو هيو. سيارو هجي يا اونهارو مينهن هجي يا سوڪهڙو. هتي ڪوهيڙو ڪڏهن ختم نہ ٿيندو هيو.

عثمان علي مجاهدن سان گڏ لزا کي وٺي جڏهن پالارا پهتو تہ هلڪو مينهن وسي رهيو هيو. ٻيڙي مان لهڻ وقت ٻير ترڪيا ٿي ويا. لزا مينهن ڪري آلي ٿي چڪي هئي، اکين مان لڳي رهيو هيو جيئن روئي رهي آهي. عثمان عليءَ مجاهدن کان چادر وٺي ان تي وڌي ۽ هوءَ چادر ۾ ائين لِڪي پئي جيئن ڪيس پناهگاه هلي وئي هجي. ڏاڍريءَ کان رواني ٿيڻ کانپوءِ عثمان عليءَ لزا سان لفظ بہ نہ ڳالهايو پر لزا محسوس ڪري هئي. عثمان عليءَ جي دل ۾ هن لاءِ همدردي آهي. لزا سچي واٽ ٻيڙي جي هڪ ڪنڊ وٺي ويٺل هئي ۽ سندس نظرون سنڌوءَ جي لهرن جو جائزو وٺي رهيون هيون. جيئن هوءَ محسوس ڪندي هجي تہ انگريزن خلاف هر دل ۾ نفرت آهي پوءِ اهي سنڌوءَ جون لهرون ڇو نہ هجن جيڪي ڄڻ ٻي ڇيني ۽ جوش

مان ڏٽڪي زخمي شينهن جيان الر ڪري ٻيڙي سان ٽڪرائجي رهيون هيون ۽ مٿان ٻيڙي جا سڙهہ هوا ۾ ڪنهن جهنڊي جيان لهرائي رهيا هيا.

لزا پڙهيل لکيل عورت هئي. هوءَ سال پهريون سنڌ آئي هئي. هن جو پيءُ ڪرنل مارٽن ڪلاچيءَ جي قلعي جو ڪمانڊنگ آفيسر هيو. هتي اچڻ کانپوءِ کيس حالتن جي پروڙ پئي. هتان جون حالتون مختلف هيون. انگلينڊ ۾ اهو تاثر هيو تہ هندوستان تي انگريزن جي مڪمل گرفت آهي پر هتي ائين نہ هيو. هن ڏٺو سنڌ ۽ هند ۾ آزاديءَ جي تحريڪ عروج تي هئي ۽ ڪيترا انسان موت حوالي ٿي چڪا هيا.

پالارا ٻيٽ تي قدم رکڻ وقت لزا عثمان عليءَ کي چيو "مان بي گناهہ آهيان. مونکي ڇڏي ڏيو. آخر هڪ عورت کي سزا ڏئي ڪهڙي آزادي حاصل ڪري سگهجي ٿي."

لزا جي ڳالهہ تي عثمان عليءَ جي جسم جو سجو رت دل ۾ ڪٺو ٿي ويو ۽ هن جو سينو ڦاٽڻ لڳو. هو لزا کي ڪو جواب ڏئي نہ سگهيو. ڪوهيڙو ڪڪر جيان هيو جنهن ۾ لزا ڪنهن روح جيان ٻي حين تڙپي رهي هئي. نظر جي حد. هڪ اڪ ڪاڻ ۾ اڪ ٽانئين هئي. عثمان علي مجاهدن سان اڳتي وڌيو تہ کيس ڪجهہ پتيون نظر آيون اتي ڪو انسان نہ هيو. پتيون ئي پتيون هيون. جڏهن ڪو نظر نہ آيو تہ سنڌس من چاهيو هو ڪنهن پت کان پڇي "تہ خدا بخش ڪٿي جو گهر ڪٿي آهي."

هن ٻڌو هيو تہ پتين کي ڪن ٿيندا آهن. پر شايد پتين اهو نہ ٻڌو هيو تہ انسانن کي ڪن هوندا آهن ۽ پتين جو آواز ٻڌي نہ سگهندا آهن. ڪوهيڙي جو هڪ سبب اهو بہ هوندو آهي تہ شهيدن جا روح ڌرتيءَ تي ڪٺا ٿي ويندا آهن. جڏهن قربانيون وڌي وڃن تہ ڪوهيڙو گهاٽو ٿي ويندو آهي.

عثمان علي لزا کي ساڻ ڪري مجاهدن سان اڳتي وڌي رهيو هيو تہ کيس پويان آواز آيو. "بيهو."

انهن ورائي ڏٺو اتي اڇن ڪير جهڙن ڪپڙن ۾ اڇي ڏاڙهيءَ سان جهڙ جهڙو شخص بيٺل هيو.

"مان خدا بخش ڪٽي آهيان." ان چيو ۽ پوءِ هٽ ۾ جهليل ٽوڪريءَ مان پلو ڪڍي ڏيکاريائين. "ناليءَ جو ڪٽي ۽ ڪم جو مهاٽو."

عثمان علي ان اوچتي نروار ٿيندڙ شخص کي ڏسي ڇرڪي ويو.

"پر تون اسان کي ڪيئن سڃاتو؟" هن سوال ڪيو.

"جيڪو شخص مقصد لاءِ ذات فنا ڪري، ان وٽ اهو تجربو هوندو آهي ته ڪنديءَ جيان ڪوهيڙي ۾ قاتل ڪير آهي؟"

عثمان عليءَ کي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ ڪونه آئي، پر ايترو محسوس ڪيائين ته هيءُ ساڳيو شخص آهي جنهن جي ڳولها ڪري رهيا آهن.

"اسان جماعت الاخصار جا ڪارڪن آهيون...." عثمان عليءَ ايترو چيو ئي مس ته خدا بخش ڳالهايو.

"مونکي سڀ خبر آهي." هن چيو ۽ پوءِ پنهنجي پويان اچڻ جو اشارو ڪيو.

هو لزا کي ساڻ ڪري هڪ سرن جي بني وٽ پهتا. بني جي چمني مٿي ڪوهيڙي ۾ گم پئي ٿي ۽ ڦهليل سرن جا ٽڪرا پگهل وجود جي ٽڪرن جهڙا هيا. عثمان عليءَ کي هر شيءِ ڏک ۾ ويڙهيل نظر پئي آئي. هن کان لزا جي حالت ڏٺي نه ٿي وئي. هوءَ مايوس ۽ ڊنل هئي. خدا بخش پرسان نهيل هڪ ٿلهين پٽين واري جاءِ ۾ ويو ۽ هو سڀ اکيون بند ڪري ان پويان داخل ٿيا. لزا گهر ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ مجاهد اڳتي وڌي ڪيس وارن ۾ هٿ وجهڻ چاهيو. عثمان عليءَ ان کي روڪيو ۽ لزا کي چيو.

"اسان توکي ڪو نقصان نه پهچائينداسين. تون اسان جي مهمان آهين. جيئن حالتون سازگار ٿينديون توکي آزاد ڪرڻ ۾ دير نه ڪنداسين."

هن جي سمجهائڻ تي لزا کي آٿت مليو ۽ جڏهن ان عثمان عليءَ جي اکين ۾ ڏٺو ته محسوس ڪيائين جيئن ڳوڙها همدرديءَ جي احساس کان بخار بنجي ڪوهيڙي جو روپ ڌاريندا هجن.

هو هڪ ڪشادي ڪمري ۾ داخل ٿيا. هيٺ فراشي وڇايل هئي ۽ فراشيءَ جا چٽ ائين هيا جيئن انهن جي ترتيب ۾ ڪو پيغام لڪيل هجي.

"توهان اتي ويهو" خدا بخش چيو. "مان توهان لاءِ پلو پچائي اچان ٿو."

خدا بخش هليو ويو ۽ عثمان علي لزا کي ڏسي سوچيا جي خيالن ۾ ڪوئجي ويو. ڪراچيءَ جا رت سان رنگيل روڊ هن آڏو ڦري ويا. باهه ۾ سڙندڙ فيڪٽريون. روڊن تي مٽل ماڻهو نسل پرست تنظيم جا ڇڙواڳ دهشتگرد. پتي جون چنبيون. قربانيءَ جي کلن تي وڙهندڙ ڪتا. خوف. ڏرڻا ۽ بند پيل روڊ. ٽريفڪ ۾ ڦاٿل گاڏيون. هڙتالون ۽ ٽائرن جي دونهين ۾ اغوا ٿي ويل سوچيا جو گم ٿي ويل ڇهرو.

جڏهن عثمان علي ڏاڍري بندر ڪان مجاهدن سان گڏ لزا کي ساڻ ڪري بيڙي ۾ روانو ٿيو هيو ته پويان انگريز فوج جو دستو چڙهائي ڪري ان هنڌ پهتو هيو جتي لزا قيد هئي. هن جي رواني ٿيڻ ۽ انگريزن جي پهچڻ ۾ ايتري وٿي هئي جيئن هڪ ساهه پويان ٻيو ساهه.

/ قدرت جو ڪمال آهي ته ان هر شيءِ وٿي پيدا ڪئي آهي، هڪ ساهه پويان ٻئي ساهه جي وٿي نه هجي ها ته انسان ان وٿي بنا جيئرو نه رهي ها. اکين پيرن. مٿن ۽ هٿن جي آڱرين جون وٿيون. هر وٿي انسان جي فائدي لاءِ آهي، پوءِ اها وٿي ڪٿي به ڇو نه هجي. وٿيون انسان کي جيئري رکڻ جو بهانو آهن. وٿي وڏي هجي يا ننڍي اها وٿي آهي، پوءِ اها وٿي وڇوڙي جي هجي يا مٽل جي. بيوفائيءَ جي هجي يا وساري ويٺل جي. قدرت وٿي انسان جي اهميت لاءِ ناهي آهي. /

جيڪڏهن وٿي نه هجي ها ته عثمان علي ساٿين سميت ڦاسي گهاٽ تي هجي ها.

انگريز فوج جو دستو جنهن جي اڳواڻي ڪرنل مارٽن ڪري رهيو هيو ان انگلينڊ کان خاص دونالي بندوق گهرائي هئي، جنهن جي نليءَ ۾ ٻه نڪ جهڙا سوراخ هيا ۽ سنگهي وار ڪندي هئي. هن ان مقامي سپاهيءَ کي ساڻ کڻڻ پسند نه ڪيو جنهن لزا جو ڏس ڏنو هيو ڇو جو ڪيس پڪ هئي ته لزا کي ڳولهي لهندو پر جڏهن مندر وٽ آيو ته مندر ويران هيو. مندر جي پاسي کان هوڪرا ڏئي هيٺ وبندڙ ان مدرسي ۾ ويو جتي لزا قيد هئي ته هو

اتي ٿهليل ٻوءِ سجاڳي ويو جيڪا ڪيس دڪي من کي آرام ڏئي رهي هئي. هو ڪيتري دير ان جاءِ تي ويٺل رهيو جتي لزا ڪجهه ڏينهن قيد ۾ گذاريا هيا. هن تڏا ساهه پريا تہ سندس من ۾ باهه ٻري پئي. هو ڪاوڙمان اٿيو ۽ مدرسي مان مٿي ڏاڪڻ چڙهي مندر وٽ آيو ڪيس اهو ڏسي حيرت ٿي تہ اتي ڀڳوان جو مجسمو نہ هيو. مدرسي جا سڀ ڪتاب ديوناگريءَ ۾ هيا ۽ مندر ۾ هر صفحي تي عربيءَ ۾ اکر اڪريل هيا. مندر جي در وٽ فوجي دستو قطارن ۾ بيٺل هيو ۽ فوجي دستي جي آخري سٽ ۾ ڀهروپيو رميش لال, فوجي لباس پائي, سنگين واري بندوق ڪلهي تي رکي دل ۾ مرڪي رهيو هيو. جيئن هو مرڪيو تہ سندس فوجي لباس تي ڪپي پاسي وارو ڪيسو ويڪرو ٿي ويو.

ڪرنل مارٽن سانڊي جو تيل وڪٽنڊڙ ڊيڊ عورتن کان ڪن شڪي ماڻهن جي اچڻ بابت پڇا ڪئي هئي پر هو اتي ڪجن ۽ ڪمين جي پڇڻ ڪري ٿهليل دونهي کان ترسي نہ سگهيو ۽ ڪاوڙ کان گهوڙي جي پوئين ڄنگهن ۾ ڇهبڪ هنيو جيڪو اهڙي جاءِ تي لڳو جو گهوڙو تاهه کائي ڀڳو. ڪرنل مارٽن جي گهوڙي پويان, سپاهين جي گهوڙن جو جٿو ان ڪري ڀڳو جو, گهوڙا ئي گهوڙن جا سربراهه هوندا آهن. سربراهه ڀڄندو آهي تہ پوئين کي پيڇڻ ۾ دير ئي نہ لڳندي آهي.

ٿوري دير کان پوءِ جڏهن خدا بخش پلا پچائي موٽيو تہ ڪمري ۾ مصالحن جي بوءِ وات ۾ پاڻيءَ جيان پڪڙجي وئي. پالارا جا پلا سواد ۾ انڪري مشهور هيا جو فطرت انهن اندر قدرتي طور سڀ مصالحا ملائي پوءِ پيدا ڪيو هيو. عثمان عليءَ خدا بخش جي تعريف ڪئي.

"بيشڪ آهين ڪتي, ڪم مهاڻڪو ڪندو آهين. پر بورچي هجين ها تہ توکي ٻيو ڪجهه ٿيڻ جي ضرورت نہ پوي ها."

عثمان عليءَ جي ڳالهه تي خدا بخش کان ٿهڪ نڪري ويو.

"مان ڪو بہ ڪم نہ ڄاڻان" خدا بخش چيو. "سواءِ ان جي تہ ڪو بہ ڪم ڪئين ڪبو آهي؟"

عثمان علي ڪليو تہ پلو ڪائيندي ڪيس ڪنڊو ڏندن ۾ وچڙي پيو. هن گرھہ تڪڙ ۾ اڳري زبان ڏندن کي هنئين ۽ پوءِ آڱرين سان ڪنڊو ڪڍڻ لڳو.

"خيال سان" خدا بخش چيو. "پلو مرڻ ڪانپوءِ ماڻهوءَ جو شڪار ڪندو آهي."

"ڪنڊي ڦاسڻ جو سبب. تنهنجو ٽوٽڪو هيو ڪليس تہ ڪنڊي کي وجھہ ملي ويو."

خدا بخش مرڪيو ۽ پوءِ پلو ڪائيندي سيني ٻڌايائين. "پلو مڇين جو مجاهد آهي. پرسال پلو ڪائيندي ٻہ انگريز مري ويا."

"اهو ڪيئن؟" هڪ مجاهد پڇيو.

"اهو انڪري تہ پلو ڪائڻ فن آهي. پلي ۾ ڪنڊا ايڏا هوندا آهن جو الڳ ڪرڻ ڏکيو. درياھہ جا ماڻهو ڄاڻيندا آهن تہ پلو ڪيئن چباڙجي. پرسال ڪجھہ انگريز آيا. ڪين ڪجھہ پلا سوڪڙي طور ڏنا. خبر پئي تہ پچائي ڪائڻ ڪانپوءِ انهن کي نڙيءَ جو آپريشن ڪرائڻو پيو. انهن مان ٻن جو موت واقع ٿيو."

عثمان عليءَ لزا کي ڏٺو. جيڪا ڪمري جي هڪ ڪنڊ ۾ ويٺل هئي. ان جي اداسيءَ کي ڏسي بي خوديءَ مان من اندر سُڏڪيو.

"سوپيا... منهنجي سوپيا." هن جي دل مان نڪتل آواز ڪوهيڙي جي صورت ۾ چپن. اکين ۽ زلفن جا نقش ٺاهيندو لزا جي چهري ۾ گم ٿي ويو. لزا چرڪ ڀري هن ڏانهن ڏٺو ۽ هوءَ ڊيوڊ جي نقشن ۾ گم ٿي وئي.

ڊيوڊ جيڪو لزا جو مڱيندو هيو. هن جو سمورو پيار ڊيوڊ لاءِ هيو. ڊيوڊ. جنهن سان هن ٿيمز ڪناري شامون بسر ڪيون. سرمئي لنڊن جنهن جي هر عمارت ڊيوڊ جهڙي هئي. لنڊن جو هر چوڪ. هر موڙ. ان جي پيار سان واسيل هيو. هن. ان سان جيئڻ مرڻ جا قسم ڪنيا هيا.

عثمان عليءَ جي اندر مان اٿندڙ ڪوهيڙي جي آواز تي هوءَ تصور ۾ ٻڌي وئي. اهڙي تصور ڪيس آزاديءَ جو احساس ڏنو. هن کي لڳو هوءَ آزاد فضائن ۾ ڏور هلي وئي آهي.

لنڊن جي رستن جي ٿڌي هوا هن جي هر لون ۾ سمائجي وئي. هندوستان اچڻ کان اڳ لنڊن پورٽ تي ڊيوڊ ڪيس ڇڏڻ آيو تہ ان التجا ڪئي. "لزا تڪڙ نہ ڪر. شاديءَ کانپوءِ هلنداسين."

لزا ان ڳالهہ کي اهميت نہ ڏني.

"مان ڪجهہ ڏينهن ۾ موٽي ايندس" هن جواب ڏنو. "بابا اڪيلائي محسوس ڪري رهيو آهي. مصروفيتن سبب انگلينڊ موٽي نہ ٿو سگهي. ان کي سهاري جي ضرورت آهي. ڪجهہ ڏينهن جي ڳالهہ آهي. مان بابا سان موٽي ايندس."

ڊيوڊ جي دل مطمئن نہ پئي ٿي. کيس لڳي رهيو هيو لزا اهڙي دوزخ ۾ وڃي رهي آهي جتي هر شيءِ سڙي رهي آهي."

"لزا. منهنجي دل نہ ٿي مڃي." هن چيو. "دنيا جون حالتون ڏينهون ڏينهن خراب ٿي رهيون آهن. ڪنهن وقت بہ جنگ لڳي سگهي ٿي. ائين نہ ٿي جو حالتون هٿن مان نڪري وڃن ۽ وري ملي نہ سگهون."

لزا هڪ بهادر عورت جيان مرڪي.

"وهمن جي دنيا مان نڪري اچ." هن چيو. "دنيا مان جنگ ڪڏهن ختم نہ ٿي آهي. امن جنگ جي ساهي هوندو آهي جنهن ۾ نوان هٿيار ڪٺا ڪيا ويندا آهن. جنگ ۽ پيار ڪڏهن ختم ٿيڻا نہ آهن."

ڊيوڊ هن جي ڳالهہ تي مرڪيو ۽ پوءِ کيس ويجهو آڻي پيار ڪيائين.

"جيڪا تنهنجي مرضي." هن چيو. "پنهنجو خيال رکجانءِ"

هوءَ تصور مان موٽي آئي تہ ڪيتريون ئي اکيون هن آڌو ڪمري جي هلڪي روشنيءَ ۾ تري رهيون هيون. عثمان علي بي خود ٿي لزا کي ڏسي رهيو هيو تہ هڪ مجاهد چيو. "تنهنجيون حرڪتون هڪ مجاهد جون حرڪتون نہ آهن."

مجاهد جي ڳالهہ تي عثمان عليءَ محسوس ڪيو سوڀيا جي عشق کيس ديوانو ڪري وڌو آهي. هو لزا کي ڏسي بدحواس ٿي چڪو آهي. ٿورو بہ شڪ هن لاءِ مصيبت ثابت ٿي سگهي ٿو.

"منهنجي همدرديءَ جو سبب عورت آهي." هن چيو.

"ڪهڙي عورت؟" هڪ مجاهد پڇيو.

عثمان علي ڪو جواب ڏئي نه سگهيو.

هيٺ پيل پليٽن ۾ پلن جا ڪنڊا پيل هيا. عثمان عليءَ محسوس ڪيو. پلي جو وچون ڪنڊو سندس ڪرنگهي ۾ قاٿل آهي.



## (11)

پالارا بندر ڪوهيڙي ڪري اڪ اڳيان ان جهليءَ جهڙو هيو جيڪا قدرت پاڻيءَ اندر رهندڙ هر مخلوق جي اک ۾ تخليق ڪئي آهي. پاڻيءَ جي مخلوق ان جهليءَ سبب پاڻيءَ اندر ڏسي سگهندي آهي.

عثمان عليءَ جون اکيون پالارا جي پلي جهڙيون هيون. هن محسوس ڪيو ڦهليل ڪوهيڙو اکين ۾ سدا تيل جهليءَ ڪري آهي، هن کي هر شيءِ ڌنڌلي نظر آئي سواءِ لزا جي. لزا ۽ هن جي [illegible] ۾ ڪو به ڌنڌ نه هيو. لزا اهڙي صاف هئي جيئن سوڀيا.

عثمان علي ڪيترا دفعا هن ويجهو ويو ۽ کيس يقين ڏياريو ته هو ان جو همدرد آهي ۽ ٻين کان مختلف آهي، جنهن تي لزا سوال ڪيو ته "مختلف مان هن جي ڪهڙي مراد آهي؟"

ان جي اهڙي سوال تي کيس ڪنگهه جو دورو پيو. پوءِ نڙي صاف ڪندي جواب ڏنائين "هو آهي به، نه به آهي، ان ڪري جو نظر اچي ٿو ۽ نه آهي انڪري جو پنهنجي هجڻ جي پڪ نه آهي."

اهڙي جواب تي لزا جي ذهن ۾ ڪيترن ئي سوالن ڪَرُ کنيو پر هن ضروري نه سمجهيو ته ان بابت وڌيڪ ڄاڻي ڇو جو وڌيڪ ڄاڻي، هوءَ ڇا

حاصل ڪري پئي سگهي؟ عثمان عليءَ لزا کي يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هو سندس گهڻگهرو آهي. ان کي پنهنجو سمجهي ۽ ڪنهن بہ قسم جو خوف محسوس نہ ڪري پر لزا محتياط هئي.

"تنهنجي ان همدرديءَ جو سبب ڪهڙو آهي؟" لزا سوال ڪيو.

عثمان عليءَ جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. هن جو هر تصور پالارا جي ڪوهيڙي کي چيريندو اڳتي وڌندو سنڌوءَ ڪناري پاڻيءَ ۾ ڪري پيو.

"سوپيا" هن چپن ۾ ڀڻڪيو تہ سندس آواز وقت جو پڙاڏو بنجي ويو. ڪائنات ۾ وقت جي ٽن پاسن وچوٽي آهي. وقت جو هڪ آواز وچوٽيءَ ۾ وچي ٽن آوازن ۾ موٽ ڪائي پڙاڏو پيدا ڪري ٿو.

"تون لزا نہ آهين. سوپيا آهين" عثمان عليءَ چيو.

"تون ڪير آهين؟" لزا پڇيو.

"سوپيا جو عاشق." هن جواب ڏنو.

لزا هن کي غور سان ڏٺو هو واقعي ئي ٻين کان مختلف هيو.

"پر مان سوپيا نہ آهيان." لزا چيو.

"تون سوپيا آهين." عثمان عليءَ جواب ڏنو. "وقت ٿيو لزا دهشتگردن هٿان گم ٿي چڪي آهي."

عثمان علي لزا جي ڇهري ۾ زمان ۽ مڪان کان آزاد ٿي چڪو هيو. ان جي اکين ۾ وقت ساڪت ٿي چڪو هيو. پاڻي صرف تاريندو نہ آهي پر پاڻ بہ ترندو آهي. ماڻهو پاڻيءَ ۾ ۽ پاڻي اکين ۾ ترندو آهي.

"مان توکي آزاد ڪرائيندس." عثمان عليءَ چيو. "تون سوپيا آهين."

"سوپيا ڪير هئي؟" لزا پڇيو.

"سوپيا منهنجي محبوبا" عثمان عليءَ چيو ۽ پوءِ هو اهڙي دنيا ۾ موٽي ويو جتي هر طرف نفرت جي باهہ هئي. نفرت جي باهہ جو رنگ ڪارو هوندو آهي ۽ دونهو زرد. دونهي جي زرد هجڻ جو سبب نفرت ۾ سڙندڙ باهہ جو پڇتاءُ هوندو آهي.

عثمان عليءَ جي چپن ۾ لحظو لحظو خود ڪلاميءَ جي لفظن جو روپ ڌاري وهڻ لڳو. هن لزا کي ان الميي بابت هر شيءِ ٻڌائي جيڪا سندس من ۾ طوفان جيان گهلي رهي هئي. لزا کي يقين نہ پئي آيو تہ هو ڇا چئي رهيو آهي؟ هو چوڻ ڇا ٿو چاهي؟ ۽ هن جو ڪهڙو مقصد آهي؟

"مان توکي پنهنجي دنيا ۾ واپس وٺي ويندس." عثمان عليءَ بي قرار ٿيندي چيو. " ان دنيا ۾ جيڪا تو بنا اڌ آهي. مان ان دنيا کي مڪمل ڪرڻ چاهيان ٿو."

لزا هن جي ڳالهين کي محسوس ڪري پرسڪون پئي ٿيندي وئي، هن لاءِ اهو سڀ راحت ۽ اطمينان جو سبب هيو تہ ڪو ان کي آزاد ڪرائڻ جون ڳالهيون ڪري رهيو آهي.

"منهنجو هنن مجاهدن سان ڪو بہ واسطو نہ آهي." عثمان عليءَ چيو. "موقعو ڏسي مان توکي هتان وٺي هلندس، پر هڪ شرط تي تہ تون منهنجي دنيا ۾ موٽي هلندينءَ جتي تو بنا منهنجي زندگي مڪمل نہ آهي."

"پر مان تنهنجي محبوبا نہ آهيان." لزا چيو ۽ پوءِ محسوس ڪيو هزارين ميل ڏور انگلينڊ ۾ ويٺل ڊيوڊ جون اکيون گهورينديون هجن.

"تون ڪير بہ آهين، سوپيا آهين يا سوپيا جهڙي، مان توکي آزاد ضرور ڪرائيندس ۽ تنهنجي آزادي منهنجي عشق جو ڪفارو هوندي."

لزا جي من ۾ عثمان عليءَ لاءِ همدردي پيدا ٿي، هن ايترو ڄاتو تہ سندس محبوبا وقت جي نظر ٿي چڪي آهي ۽ هن کي منهنجي چهري ۾ ساڳي محبوبا نظر اچي ٿي.

دنيا ۾ صورتون وقت جي نظر ٿي وڃائجي وڃن ٿيون ۽ ڪي صورتون ظاهر ٿي نظر جو وقت ٿي وڃن ٿيون. نظر جو وقت اها گهڙي آهي جنهن ۾ وقت جي نظر ٿي وڃائجي ويل صورتون ائين ظاهر ٿين ٿيون جو نظر قائم رهي ٿي ۽ وقت وجود وڃائي ويهي ٿو.

لزا عثمان عليءَ کي اڃان بہ سمجهي نہ سگهي، بس ايترو سمجهيائين تہ اهو ٺي شخص آهي جيڪو قدرت چوٽڪاري جي روپ ۾ موڪليو آهي.

"جيڪڏهن مون کي هتان آزاد ڪرائين ته مان توکي ان جو ملو ضرور ڏيندس." لزا چيو.

عثمان عليءَ لزا جي اکين ۾ ڏٺو ڪيس اکين ۾ مرڪ نظر آئي.

"سِلو انهن لاءِ هوندو آهي، جيڪي پوکيندا آهن." عثمان عليءَ چيو. "منهنجو پيار گهاٽو وڻ آهي ۽ وڻن کي سِلي جي ضرورت نه هوندي آهي. وڻ پاڻ سِلو پيدا ڪندا آهن."

لزا جي اکين جي مُرڪ هيٺ وهندي چپن تي آئي. هن وڏيڪ نه ڳالهايو ۽ عثمان عليءَ جي اکين ۾ ڏسندي رهي.

عثمان عليءَ ان ملاقات ۾ راز کان ڪم ورتو هيو. هو رات جي پهر نظر بچائي لزا وٽ پهتو هيو. سپ ٽڪيل هيا ۽ ٽڪ پيچي رهيا هيا. ٽڪ سڪل ڪاٺين جيان آهي. ٽڪ جون سڪل ڪاٺيون آرام سان پچي پونديون آهن. عثمان عليءَ جي ننڊ ڦٽي چڪي هئي. جڏهن سپ ننڊ ۾ هيا ته هو اکين جي ڦٽيل ننڊ کڻي لزا وٽ آيو هيو. لزا هن جي ڦٽيل ننڊ ۾ خواب جيان جاڳي رهي هئي.

لزا سان ملاقات ڪانپوءِ هو سوچڻ لڳو ته ان کي ڪيئن اتان آزاد ڪرايان. هو اهڙين ئي سوچن ۾ هيو ته صبح صادق نيري ڪنول جيان ڦٽي پيو. پنيرڪو اميد جو اشارو آهي. هن ڦهليل نيري آڪاش کي ڏٺو جنهن ڪوهيڙي کي هيڊو ڪري وڌو هيو پرڀات اميد جو اشارو هوندي آهي.



## (12)

ڏيءَ جي ڏک ۾ ڪرنل مارٽن هر شيءِ وساري ويٺو سندس مڃون جيڪي مٿي ڳچن تائين ڏاڙهيءَ سان ملي رعبدار بنائيندڙيون هيون، اهي ڇپن تائين وري آيون، ڏاڙهيءَ جا وار هيٺ لهي سيني جي وارن سان ملي ويا. اولاد جي ڏک ۾ انسان فلسفي ٿي ويندو آهي ۽ ڪرنل مارٽن جو فلسفو هيو ته اولاد جي آزادي ملڪ جي آزاديءَ کان وڌيڪ قيمتي هوندي آهي. هن جي فرضن ۾ اهڙي ويڙهه شامل هئي، جنهن سان لڙا آزاد ٿي سگهي.ديس جي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙن، هن جي آزاديءَ کي قيد ڪيو هيو. انڪري هو هڪ غلام جيان آزاديءَ جي دشمنن سان وڙهندو.

جيڪڏهن فوجي فلسفي بنجي ته اهو سوچن جي بندوق هلائيندو آهي ۽ فلسفو پنهنجا هٿ مٿي ڪندو آهي. ڪرنل مارٽن بي وس ٿي پيو هيو. هن جي مياڻ ۾ پيل چمڪندڙ تلوار ڄڻ ڪٽجي وئي هئي. تلوار ڪٽڻ جي ڪم نه اچي ته اها ڪٽ چڙهي وڃڻ ڪري ڪٽجي ويندي آهي. مياڻ ۾ تلوار محفوظ نه هوندي آهي. تلوار محفوظ تڏهن هوندي آهي جڏهن هر گهڙي ان تان رت صاف ڪيو وڃي. ائين ان جي چمڪ برقرار رهندي آهي. مياڻ ۾ تلوار رکڻ سان مياڻ محفوظ هوندي آهي. ڇو جو مياڻ کي تلوار جو سهارو هوندو آهي.

ڪرنل مارٽن جي دونالي بندوق جي ناليءَ مان نڪرندڙ بارود جي بوءِ ختم ٿي چڪي هئي. نڪ ڪم نہ ڪري تہ عزت خطري ۾ پئجي ويندي آهي. دوناليءَ جو نڪ، ناس پٽي جيان پڌي چڪو هيو. ڪرنل مارٽن جو وڏي منهن وارو طمنچو جنهن جي ٽريگر ۾ اشهد آڱر لڙڪي رهي هئي. اهو سوئر جي چمڙي واري ڪوَر ۾ ائين پيل هيو جيئن ڪنهن جهنگلي جانور شڪاريءَ کان پناهہ ورتي هجي.

ڪرنل مارٽن ڪاوڙ ۾ ان سپاهيءَ کي، جنهن جي نڪ ۾ ٿي ناسون هيون پاڻ وٽ گهرائي، هڪ هٿ ڪنڌ ۾ وجهي ٻئي هٿ سان خنجر ڪڍي نڪ ڪٽي اهو سمنڊ ۾ اڇلرائي ڇڏيو تہ پل مڇيون کائن تہ انهن جي جسم جي بوءِ گهٽجي جيئن ماڻهو انهن کي آرام سان کائي سگهن. کاري پاڻي ۽ مٺي پاڻيءَ جي تفاوت جو سبب مڇي آهي. کاري پاڻيءَ جي مڇيءَ ۾ بدبوءِ ۽ مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ ۾ صرف بوءِ هوندي آهي.

اهو نڪ ڪٽيل سپاهي جنهن کي عهدي تان هٽائي قاصد ڪيو ويو هيو. هڪ ڏينهن ڪرنل مارٽن وٽ ان نياپي سان پهتو تہ "سمنڊ ڪناري مس لزا جو لاش هٿ آيو آهي."

نياپو ٻڌڻ شرط ڪرنل محسوس ڪيو ان نڪ ڪٽيل سپاهيءَ هن کان انتقام ورتو هجي.

"سچي ڳالهہ." هن چيو. "مان اجان جيئرو آهيان."

سپاهي ڇڻ لڙهي چڪو هيو ان عاجزيءَ مان عرض ڪيو.

"قبلا مون کي ٻڌائيندي، پنهنجيءَ ڳالهہ تي پاڻ يقين نہ ٿو اچي، پر اهڙي خبر سمنڊ ڪناري هڪ اهڙو شخص کٽي آيو آهي. جنهن ڪڏهن ڪوڙ نہ ڳالهايو. پلا ڪنهن کي ڪهڙي ضرورت آهي جو الميي کي پوڳ جو روپ ڏيندو."

ڪرنل گوڏن ڀر ويهي رهيو ۽ پوءِ اهو چپ ڪري ڪيتري دير ڳوڙها وهائيندو رهيو. بهادرن جا ڳوڙها ٻاهر نہ وهندا آهن. پر اندر وهندا آهن. ٻاهران انهن جون اکيون خشڪ هونديون آهن ۽ اندر آلو ڳوڙها ڳلي ۾ گڏ ٿي وڃن تہ ڍڪ جي صورت ۾ اندر اوتبا آهن.

ڪرنل ڪيتري دير گوڏن ڀر ويٺو رهيو هن جو جسم ٿڌو برف ٿي ويو. نڪ ڪٽيل سپاهي ڏک کان ڏکڻ لڳو.

"حضور همت ڪيو." سپاهيءَ چيو. "ڏکيو وقت ايندو آهي." ائين چئي اهو چپ ٿي ويو ۽ ٿوري دير کان پوءِ چيو "۽ ويندو آهي."

ڪرنل مارٽن ڏيءَ جي ڏک ۾ اهي رانديڪا ياد ڪيا. جيڪي تصور ۾ چاهيءَ تي هلي ڪيس پرپائڻ لڳا. اهڙو تصور ڪيس آٿت ڏئي رهيو هيو. هن ڪاٺ جو اهو سينگاريل گهوڙو ياد ڪيو جنهن جي پٺيءَ تي ننڍڙي لزا چڙهي گهوڙي جهڙو آواز ڪيندي هئي. ڪرنل مارٽن جيڪو تن ڏينهن ڪيپٽن هيو. اهو ٿهڪ ڏئي رهيو هيو. اوچتو وات ۾ محسوس ٿيندڙ لگام ڪان ان جا ٿهڪ بند ٿي ويا.

ڪرنل پنهنجون خشڪ اکيون ڪٺي سامهون رکيل ان فريم کي ڏٺو جنهن ۾ لزا ڪرسمس ٽريءَ وٽ بيٺل هئي ۽ ان جي منهن جي مُرڪ مرجهائجي چڪي هئي. لزا جي مرجهايل مُرڪ ڏسي ڪرنل جون خشڪ اکيون آليون ٿي ويون. هن وهندڙ اکين کي اگهڻ جي ڪوشش ڪئي ته وڏيل ڏاڙهيءَ ڪري هو پاڻ کي اهڙو سانتا ڪلاز لڳو جيڪو تصور ۾ ڪرسمس ٽريءَ وٽ بيٺل ڏيءَ کي ڏک مان ڪلها لوڏي چاڪليٽ آڇيندو هجي ۽ لزا جا هٿ وٺڻ کان قاصر هجن. لزا دنيا مان موڪلائي فوٽوءَ ۾ رهجي وئي هجي. هن ڏٺو تصور جا سڀ رانديڪا باغي بنجي ويا. هو اٿيو ۽ ان زمين تي بوٽ ائين هنيا جيئن رانديڪا پيڃندو هجي.

هو سپاهين جو جٿو ساڻ ڪري سمنڊ ڪناري پهتو ته اتي بندوق بردار دستو اڳ ئي موجود هيو. هڪ عارضي خيمي اندر لزا جو لاش پيل هيو. ڪرنل گهوڙي تان لهي هلڻ مهل ائين سهڪڻ لڳو جيئن گهوڙي هن تي سواري ڪئي هجي. هو تيز وکون کڻندو خيمي ۾ داخل ٿيو ته ڪيس لزا جو لاش اڇي چادر ۾ ويڙهيل نظر آيو. اهي ئي گهرا ناسي وار. ٽامڻي رنگ ۽ رسيل چپ. هن ڏٺو اها لزا هئي. ڪرنل مارٽن اڳيان ڪامنا جو چهرو ڦري ويو. راجستاني رڻ ۾ رلندڙ هرڻي جنهن جي اکين ۾ رُڃ پنهنجي انجام کي پهچي پاڻي بنجي وئي. ڪرنل ڏٺو لزا جي هانهن ۾ بيڪانير جي پٽين جو

رنگ پرجي آيو هيو. جڻ اهي ماءُ جي سرزمين تي موٽي نيرين ٿي چڪيون هيون.

لزا جي لاش کي آلين اکين ۽ بندوقن جي ٺڪائن سان قبر پيڙو ڪيو ويو. گوڙها هيٺ ڪريا ۽ دونهون مٿي ويو. گوڙها زمين جذب ڪيا ۽ دونهون آسمان محفوظ ڪيو. گورا قبرستان ۾ جتي سيمينٽ جي صليب تي پٿر جو عيسا مصلوب آهي. ان کان ويهه قدم اتر طرف جتي ميريءَ جو ميرو ٿي ويل مجسمو پنهنجو سجو هٿ ڪٽي هڪ معصوم ٻار جي قبر تي ڇانو ڪري بيٺل آهي. ان جي اولهه طرف جتي هڪ قبر جي پاسي ڪوٺيل يسوع جي يارنهن حوارين جون سمجهه نه ايندڙ تصويرون اڪريل آهن. سمجهه ۾ نه ايندڙ انڪري جو گهٽا ماٺهو هڪ هنڌ گڏ ٿي وڃن ته اهي سمجهه ۾ نه ايندا آهن. جيئن لفظن مٿان لفظ لفظن جي ڍير ۾ لفظن جي ڪا ترتيب نه هجڻ ڪري لفظ بي معنا ٿي ويندا آهن. ائين يسوع جا يارهن حواري، جن مان هڪ حواري آگر سان اڳتي وڃڻ جو اشارو ڪري رهيو هيو ته ڪجهه قدم پري سڪل ٻوٽي وٽ لزا جي قبر آهي.

اخبارن ۾ اها خبر عام ٿي وئي ته ڪرنل مارٽن جي ڌيءُ لزا جو لاش سمنڊ ڪناري هٿ آيو آهي. لزا کي تشدد ڪانپوءِ قتل ڪري لاش سمنڊ ۾ اڇلايو ويو.

سڄي ملڪ ۾ اها خبر باهه وانگر ڦهلجي وئي. خبر باهه جيان ۽ افواهه جراثيمن جيان ڦهلبا آهن. خبر سان دل سڙندي آهي ۽ افواهن سان دماغ. مغز بي شيءِ آهي ۽ چڱائي ان ۾ آهي ته انسان بي خبر هجي.

عثمان علي بي خبر هيو. پالارا بندر پري هيو. خبر جي باهه کي پهچندي ٻه ڏينهن سڙي ويا. جڏهن اها خبر پالارا پهتي ته عثمان علي ان ڍنڍ ڪناري ويٺل هيو جيڪا ڏرا ڏئي ويل هئي. ڏرن ڏيڻ جو سبب سنڌوءَ جو سڪڻ نه هيو پر اتي جبلن کان وهي ايندڙ پاڻي گهٽ مينهن ڪري ان سال نه پهتو هيو. خبر پڙهڻ شرط هو سوچ ۾ پئجي ويو ۽ ان جون اکيون سڪل ڍنڍ ڏسي ڏرا ڏئي ويون.

هن سوچيو، لزا ته پالارا ۾ موجود آهي، پوءِ اها ڪهڙي لزا هئي جنهن کي ڪرنل مارٽن جي ڏيءَ سمجهي دفنايو ويو آهي. ضرور ڪا غلط فهمي آهي. لزا جهڙي ڪا ٻي عورت، لزا جي روپ ۾ دفن ٿي چڪي آهي. پوءِ اها ڪير هئي. جيڪا لزا جيئن هئي؟ ڇا هيءَ لزا نه آهي ۽ اها لزا هئي. جيڪڏهن اها لزا هئي ته هيءَ ڪير آهي؟

عثمان عليءَ جون سوچون اڌري ويل پکيءَ ڪري لام جيان هيٺ مٿي ٿيڻ لڳيون. هيءَ لزا آهي، هن سوچيو ڇو جو هو لزا کي مسلسل ڏسندو آيو آهي. اها لزا نه هئي جنهن کي دفنايو ويو ته ڇا اها سوپيا هئي؟ سوپيا کي دهشتگردن قتل ڪري سمنڊ ۾ اڇلايو. هن جي سوپيا جنهن کي سندس اکين سامهون اغوا ڪيو ويو. هن اڳيان ساڳيا منظر ڦري آيا. روڊن تي مٿل ماڻهو، سڙندڙ ٽائر، ڊرٽا، ٽريفڪ ۾ ڦاٿل گاڏين جون قطارون، خوف، وحشت ۽ اغوا ٿيندڙ سوپيا جو دونهي ۾ گم ٿيندڙ چهرو.

عثمان عليءَ سوچيو ۽ حقيقت ڄاڻڻ لاءِ هن ڪراچي وڃڻ جو ارادو ڪيو. وڃڻ کان اڳ هن لزا سان ملاقات ڪئي ۽ ڪيس ان خبر کان آگاهه ڪيو. لزا جي چهري تي اهڙو ڪو به تاثر نروار نه ٿيو جنهن مان سندس ڳڻتيءَ جو اندازو لڳائي سگهجي.

"منهنجي لاءِ اها ڏک جي خبر آهي ته مان مري چڪي آهيان." هن چيو. "ڇو جو مرڻ کانپوءِ مٺل ڏک نه ڪندو آهي ۽ مان جيئري آهيان."

عثمان علي جواب ٻڌي، لاجواب انڪري نه ٿيو جو پاڻ سوال هيو. جيڪو مري ويو ان کي موت جي ڪهڙي خبر، موت انهن لاءِ هوندو آهي. جيڪي جيئرا آهن. هو جيئرو هيو ۽ محسوس ڪيائين سندس وجود ۾ ٿوهر ڦٽيو آهي ۽ ان جا ڪنڊا جسم کان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هجن.

"لزا مان ڪجهه ڏينهن لاءِ شهر وڃي رهيو آهيان." عثمان عليءَ چيو. "اها حقيقت ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪندس ته اها ڪير هئي، جنهن کي لزا سمجهي دفنايو ويو آهي."

ڳالهائيندي عثمان عليءَ جوروح لياري نديءَ جي پراڻي پل تي هليو ويو. هن ڪان پوڙهو پيءُ وسري چڪو هيو. جيڪو وضوءَ لاءِ پاڻيءَ جو انتظار ڪري رهيو هيو. اهو پتل جو ڪرمنڊل جيڪو لزا جي حوض وٽ هڪ پٿرجي پوبان پيل هيو. هو سڀ وساري ويٺو هيو سواءِ سوپيا جي جيڪا سندس سوچن تي سوار. هڪ پراسرار دنيا ۾ گهمي رهي هئي. عثمان عليءَ جون نه ڪٿندڙ سوچون ان درياهه جيان هيون جنهن کي ڪو بند نه ٻڌو ويو هجي. هو مسلسل پاڻيءَ جيان وهي رهيو هيو ۽ سوپيا ان پاڻيءَ ۾ وهنجي رهي هئي. وچ سپر ۾ بيٺل سوپيا جي جسم کي پاڻي ڇهندو وهندو پئي ويو ۽ اوچتو سوپيا پاڻيءَ سان گڏ وهڻ لڳي، هوءَ لاش هئي. هڪ زخمي لاش، جنهن جي وجود جا نشان تشدد تي چٿرون ڪري رهيا هيا.

عثمان عليءَ لزا کي هڪ مجاهد جنهن جو نالو محافظ هيو حوالي ڪيو ۽ کيس نصيحت ڪئي ته انهن صلاحن تي عمل نه ڪري جيڪي هن جي نصيحت خلاف هجن. هن جو ايستائين خيال ڪري جيستائين هو شهر مان حال احوال وٺي موٽي اچي. محافظ واعدو ڪيو ته هو لزا جي حفاظت ڪندو، چو جو لزا جي حفاظت صرف هن جو ڪم نه آهي پر مر ان مجاهد جو آهي جيڪو حرڪت الاخصار ۾ شامل آهي.

ٻيڙي ۾ سوار ٿيڻ وقت عثمان عليءَ کي اهو خيال پريشان ڪرڻ لڳو ته هن جي رواني ٿيڻ ڪانپوءِ متان مجاهد ڪا غلط حرڪت نه ڪري وجهن.

شهر جون حالتون بدلجي چڪيون هيون. ڪيترن ئي مجاهدن کي توپن اڳيان ٻڌي اڏارڻ ۽ ڦاهي ڏيڻ ڪانپوءِ ماٺار ڇانيل هئي. بغاوت کي ڪچلڻ ڪانپوءِ هر ڪو خوف ۾ ورتل هيو. ڪرنل مارٽن ان احساس ڪانپوءِ ته لزا مري چڪي آهي، هڪ اهڙي شخص ۾ تبديل ٿي چڪو هيو. جنهن جو روح مئل هجي ۽ جسم جيئرو. ان جي من جي ماٺار جو سبب سندس دل هئي. جنهن ۾ لزا دفن هئي. دل قبر ٿي وڃي ته جسم تي قبرستان جهڙي ماٺ ڇانيل هوندي آهي. هو چار ڏينهن دل ڪولي رُنو. پنج ڏينهن سيني ۾ سُڏڪيو ۽ ست ڏينهن آهون ڀريندي گذاريائين. ان ڏينهن ڪانپوءِ سانت ۾ آيو ته گورا

قبرستان ۾ لزا جي قبر تي پيل ڳاڙها گُل سڪي واڪڻائي ٿي ويا. ٽڪيل قدمن سان تازا گُل کڻي قبرستان پهتو ته يسوع جي مجسمي جي اوٽ ۾ عثمان علي بيٺل هيو. عثمان عليءَ کي ڪرنل مارٽن نه ڏٺو پر مجسمو هيٺ ڪنڌ ڪري هن کي ڏسي رهيو هيو. هن منهن مٽي ڪري يسوع جي اکين ۾ ڏٺو ۽ سوچيو. پٿر پيگوان جو روپ اختيار ڪري وڏي رتبي تي پهچي ٿو ماڻهو پٿر ٿي پنهنجي رتبي کان هيٺ ڪري ٿو پٿر. پٿر نه آهي. پٿر رتبو آهي.

عثمان عليءَ مجسمي جي اوٽ کان ڏٺو. ڪرنل مارٽن لزا جي قبر تي گل رکيا ۽ پوءِ سيءَ کان ڏڪندڙ ڪنهن گلر جو آواز آيو. ڪرنل مارٽن گل رکي واپس مڙيو ته عثمان علي ان جي قدمن ۾ ڪري پيو. قدمن ۾ ڪرڻ جو سبب عثمان عليءَ جي دل ۾ ڪرنل مارٽن جي عزت نه هئي پر پيڙ جو وچڙڻ هيو. جيڪو هن تڪڙ ۾ ڪنيو ته هڪ پٿر جو ٽڏو اچڻ سبب عمل ۾ آيو. دراصل اها پٿر جي حسرت هئي ته عثمان علي، ڪرنل مارٽن جي قدمن ۾ ڪري، هن کي پنهنجي قدمن ۾ ڪريل ڏسي ڪرنل مارٽن هٿن جو سهارو ڏنو.

"ڌيان سان." ڪرنل چيو. "قبرستان آهي، ڪري سگهين ٿو جنگ جي ميدان ۾ ائين ڪرندين ته ڪنڌ سلامت نه هوندئي."

عثمان علي اٿيو ۽ ڪرنل جي هشمت ڏسي سندس دل چاهيو ته وري ڪري پوي پر هن همت ڪئي ۽ ڪرنل کي چيو ته "هو ان کي ڪي راز جون ڳالهيون ٻڌائن چاهي ٿو پر ڪيس جان جي امان ڏني وڃي." ڪرنل هن کي ٻئي نظر سان ڏٺو نظرن جا درجا آهن. جيڪو جهڙي نظر جي قابل هوندو آهي، ان کي ان نظر سان ڏسبو آهي، ڪرنل سمجهي ويو ته هي ڪم جو ماڻهو آهي، هن عثمان عليءَ کي ويجهو آڻي سندس وات کي ڏٺو. عثمان عليءَ جا چَپ، چُپ هوندي بہ گهڻو ڪجهہ ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هيا.

"چئہ" ڪرنل چيو.

عثمان علي جڏهن همت هاري ويٺو هو ڪرنل کي ايڏي وڏي ڳالهه کيئن پئي ٻڌائي سگهيو ته جنهن قبر تي هو گل چاڙهي موٽيو آهي اها لزا جي نه آهي. لزا جيئري آهي ۽ هتان ڪان ڪئي ميل ڏور مجاهدن جي قبضي ۾ آهي.

هن جي چهري جا تاثر پڙهي ڪرنل شڪ ۾ پئجي ويو ته ڪا وڏي راز جي ڳالهه آهي.

"ڇا ڪا اهڙي راز جي ڳالهه آهي جو توکي راز فاش ڪندي راز ۾ رهڻو پوي ٿو؟"

"ها ڪرنل صاحب." عثمان عليءَ چيو. "راز اهڙي ڳالهه آهي جو سچي ڪن ۾ ٻڌاءِ ته ڪبو ڪن ناراض ٿي ويندو آهي ۽ ڪبي ڪن ۾ ٻڌاءِ ته سچو ڪن ناراض ٿي ويندو آهي."

"ته پوءِ تون ٻڌاءِ، مان ڪنن سان نه ٻڌندس." ڪرنل چيو.

عثمان علي هٻڪيو ۽ پوءِ چيو. "لزا جيئري آهي"

اها ڳالهه واقعي ئي ڪرنل ڪنن سان نه ٻڌي پر دل سان ٻڌي.

"ڇا ٿو چوين؟" ڪرنل چيو. "مان کيس هٿن سان دفنايو آهي."

"مان ڪوڙ نه ٿو ڳالهايان." عثمان علي چيو. "لزا جي باري ۾ توهان کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو."

ڪرنل کيس تجسس ۽ تڪڙ مان قبرستان کان ٻاهر وٺي ان وڪٽوريا ۾ ويهارڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن کي اڇو ۽ ڪارو گهوڙو ٻڌل هيا. ان وڪٽوريا جي مالڪ کي اها سزا آيل هئي ته هڪ سال ان گناهه جي ڏوهه ۾ ڪرنل جي ڪوچواني ڪندو ته ان ڪراچيءَ جي روڊن کي صاف رکڻ جي پيچڪڙي ڪئي آهي. گهوڙن پوبان ڪپڙي جو صافو نه ٻڌو هيو جنهن ڪري لڏ لاهڻ سبب، اهڙي لڏ روڊن تي ڪري ۽ ان جي ڪرڻ سبب اهڙي گندگي ڦهلي جيئن اها لڏ نه. انساني ڪرفتي هجي. جون ٿا ته خدا گهوڙي ۾ فرشتي جو روح وڌو آهي. پر گهوڙي جي لڏ ۽ انساني ڪرفتيءَ ۾ ساڳي بوءِ هوندي آهي. انڪري چئي سگهجي ٿو ته انسان سچو انسان نه آهي جو جوان جو پيٽ فرشتي جو آهي.

عثمان عليءَ ڪرنل سان ان وڪتوريا ۾ ويهڻ انڪري بہ پسند ڪيو تہ جيئن هو ان ہڏل ڪاري ۽ اڇي گهوڙي جو سبب پڇي سگهي. جڏهن وڪتوريا روڊ تي هلي تہ روڊ اهڙو صاف هيو جو گهوڙن جا کُر پئي ترڪيا.

عثمان عليءَ ڪرنل سان وڪتوريا ۾ ويهي لزا بابت ڳالهائڻ مناسب نہ سمجهيو. هو اهڙي منزل جي انتظار ۾ هيو جتي ڪرنل سان نوبڪلائيءَ ۾ ويهي اهو راز سلي سگهي.

"روڊ صاف آهن." ڪوچوان چيو. "ان ڪري گهوڙن جا کُر تا ترڪن."

"انهن کي نعل هڻاءِ." ڪرنل چيو. "روڊ صاف نہ آهن. گهوڙن جا کُر صاف آهن."

وڪتوريا هلندي رهي. ڪارو ۽ اڇو گهوڙو سهڪڻ لڳا.

"هن ڪاري ۽ اڇي گهوڙي مان ڪهڙو مطلب آهي." عثمان علي

پڇيو.

"ان جو جواب توکي ڪوچوان ڏيندو." ڪرنل چيو.

ڪوچوان جي سڏڪن جو آواز جڻ ان چهبڪ ۾ پيدا ٿيو جيڪو هو هوا ۾ هلائي گهوڙن جي پٺ تي هٽي رهيو هيو.

"ڪارو گهوڙو غلاميءَ جي نشاني آهي ۽ اڇو گهوڙو آزاديءَ جي." ڪوچوان چيو. "وڪتوريا تڏهن هلندي جڏهن آزادي ۽ غلامي گڏ هلندا."

ڪرنل لزا جي ڏک ۾ کلي نہ سگهيو پر خوشي محسوس ڪيائين تہ سندس پرسان ويٺل شخص لزا جي زندگيءَ جو پيغام کڻي آيو آهي.

هن عثمان عليءَ ڏي منهن ڪري پڇيو. "لزا جي باري ۾ وڌيڪ ٻڌاءِ؟" عثمان عليءَ ڪوچوان کي ڏنو ۽ چيو "جيئن پتين کي ڪن هوندا آهن. ائين ڪوچوان کي بہ ڪن هوندا آهن. ٿورو صبر ڪريو. نوبڪلائيءَ ۾ توهان کي سڀ ٻڌائيندس."

هو ٻئي جڏهن قلعي اندر ان ويران بنگلي ۾ پهتا تہ ان جي هڪ خالي ڪمري ۾ تصويرن کان سواءِ ڪجهہ نہ هيو. ڪرنل هن کي ڪمبوڊيا

جي ٿڌي ڪافي پيئاري. عثمان عليءَ ان کان اڳ ڪڏهن ٿڌي ڪافي نہ پيتي هئي. ان جو سبب شايد اهو هيو تہ انگريز ٿڌي ملڪ سان تعلق رکندي گرم ڪافي ان ڪري نہ پيئندا هيا جو اها موسم سان ٺهڪندي نہ هئي. عثمان عليءَ ٿڌيءَ دل سان ڪرنل کي حرف بہ حرف هر حقيقت کولي بيان ڪئي تہ ڪرنل جو مٿو گرم ٿي ويو. "قدرت بہ انسانن جيان مذاق ڪندي آهي." ڪرنل چيو. "هاڻي ان مذاق جو انجام الميو آهي."

"نہ" عثمان عليءَ چيو. "تڪڙ نہ ڪيو. توهان جي تڪڙ سان لزا جي آزادي خطري ۾ پئجي سگهي ٿي، اهو مسئلو مون تي ڇڏيو مان لزا کي صحيح سلامت توهان تائين پهچائيندس."

ڪرنل کي هن جي ڳالهہ تي اعتبار نہ آيو ۽ حيرت مان سوال ڪيائين "پر تون آهين ڪير؟"

عثمان علي اهڙي سوال تي لڄي ٿيو. هن کيسي ۾ هٿ وجهي پنجن روپين وارو سڪو ڪڍي ڪرنل کي هٿ ۾ ڏنو. ڪرنل سڪو وٺي ان کي ابتو سبتو ڪري ڏسڻ لڳو ۽ پوءِ جهيٽا جي تصوير ڏسي اجازت ڏنائين تہ ڪيس جيئن وڻي تيئن ڪري.



## (13)

ڪراچيءَ ڪجھ وقت امن جو منهن ڏٺو، ڪنهن کي دفنائڻ کان اڳ منهن ڏٺو ويندو آهي. ماڻهو جيئري منهن نہ ڏسندا آهن. مئي منهن ڏسندا آهن. شايد انڪري تہ جيئري ماڻهوءَ متعلق اها سوچ هوندي آهي تہ جيئرو هوندو پيا منهن ڏسنداسين مرڻ کانپوءِ اها سوچ تہ اهو منهن وري ڏسڻ لاءِ نہ ملندو.

ڪراچيءَ وارن بہ امن جو منهن ڏٺو. دفنائڻ کان اڳ امن جو منهن بي امنيءَ جي ڏينهن کان بہ دڪدائڪ هيو.

عثمان علي اجان پالارا نہ موٽيو هيو. هو گورا قبرستان ويو جتي سمينٽ جي صليب تي پٿر جو عيسا هيو. ان کان ويھ قدم اتر طرف جتي ميريءَ جو ميرو ٽي ويل مجسمو پنهنجو سڄو هٿ ڪيي هڪ معصوم ٻار جي قبر تي ڇانوَ ڪري بيٺل هيو. ان جي اولھ طرف جتي هڪ قبر جي پاسي ڪوٽيل عيسا جي ٻارهن حوارين جون سمجھ ۾ نہ ايندڙ مورتيون اُڪريل هيون. انهن مان هڪ حواري آڱر سان اشارو ڪري رهيو هيو. ڪجھ قدم پري سڪل ٻوٽن وٽ لزا جي قبر هئي.

هو ٻهريون بہ اتي اچي چڪو هيو پر ڪرنل مارٽن جي موجودگيءَ ۾ قبر جي مٽي ڇُهي نہ سگهيو هيو. ماڻهو مري ويل سان رابطو ڪرڻ جي ڪوشش ۾ قبر جي مٽيءَ ڇُهندو آهي. ڇو جو ماڻهو پاڻ مٽي آهي ۽ مٽيءَ جو

مٽيءَ سان رابطو هوندو آهي. خبر نہ آهي خدا ڇو ماڻهوءَ کي مٽيءَ مان ٺاهيو جيڪڏهن اشرف المخلوقات هيو تہ سون مان ٺاهي ها. گهٽ ۾ گهٽ غريب بيروزگاريءَ کان تنگ ٿي ذرو ذرو پاڻ وڪڻي پيٽ گذر تہ ڪري ها!

عثمان علي لزا جي قبر تي پهتو تہ ان ڪتبي تي نظر ڪئي. اتي لکيل هيو لزا مارٽن ۽ هيٺان موت جي تاريخ سترهن اپريل ۽ هزار اٺ. تاريخ پڙهي عثمان عليءَ جو ڇرڪ نڪري ويو. اها سوپيا جي اغوا ڪرڻ کان چوڏهن ڏينهن پوءِ جي تاريخ هئي. هن کي پڪ ٿي وئي تہ ان قبر ۾ لزا نہ سوپيا دفن آهي. هو قبر کي پاڪر پائي رُنو ۽ هن جي ڀِڪرون پري روئڻ تي قبرستان جو مجاور بائرن هن مٿان آيو. ان کي اتي هڪ اڇ ڏنل ڇهري وارو شخص نظر آيو.

"هيءَ ڪرنل مارٽن جي ڌيءَ جي قبر آهي." ان چيو. "تون ان جو ڇا ٿيئن؟"

عثمان عليءَ آلا نيڻ کڻي ان کي ڏٺو ۽ پوءِ ڳوڙها اگهي ورائيو.

"مان ڪرنل مارٽن جي گهوڙن جو مالشي آهيان."

"هڪ مالشيءَ جو مالڪ جي ڌيءَ سان ايڏو لڳاءُ؟" بائرن چيو.

"ڪجهہ وقت اڳ اهو گهوڙو مري ويو جنهن تي لزا سواري ڪندي هئي. منهنجو ان گهوڙي سان لڳاءُ هيو. جيئن تہ گهوڙن جون قبرون نہ هونديون آهن. انڪري مان گهوڙي جي موت تي دل کولي روئي نہ سگهيو هيس. هاڻي لزا جي قبر تي ان گهوڙي کي ياد ڪري رنو آهيان."

بائرن جيڪو ماچيس جي تيليءَ سان ڪن کوٽي رهيو هيو. ان محسوس ڪيو جيئن اها ٻري پئي هجي.

"ڪرنل مارٽن کي منهنجا سلام چئجانءِ" بائرن چيو. "ٻڌائجانءِ تہ قبر ۾ سندس ڌيءَ دنيا کان وڌيڪ محفوظ آهي."

بائرن هليو ويو ۽ عثمان عليءَ پنهنجي ڳالهايل ڪوڙ تي ان ڪري شرمندگي محسوس نہ ڪئي جو اها ڳالهہ پاڻ ڪوڙي هئي تہ ان قبر ۾ لزا دفن آهي. هو قبرستان مان موٽي شهر آيو تہ شهر قبرستان ٿي چڪو هيو. ڪجهہ مجاهدن جي شهادت کانپوءِ آزاديءَ جي تحريڪ عروج تي هئي.

تحريڪ جو عروج تڏهن ٿيندو آهي جڏهن جيلن جي آدمشماري وڌي وينديءَ آهي ۽ اهڙي آدمشماريءَ کي گهٽائڻ لاءِ منصوبابندي ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ ڦاهيون، ڦٽڪا، پوريون ۽ نامعلوم گوليون شامل هونديون آهن.

هن کي ڪراچيءَ جي روڊن تي ڪارن ڌاڳن واريون ڳاڙهيون ترڪي ٽوپيون ائين نظر آيون، جيئن ڪميت پڇ لوڏي جنگ جي ميدان جي تياري ڪندو هجي. سلطنت عثمانيا جي سوويز معاهدي ڪانپوءِ ٽڪر ٽي وڃڻ ڪري مسلمان متحد ٿي ويا. انگريزن خلاف، خلافت تحريڪ ائين هلي جيئن "خلافت" ۽ "خلاف" ۾ "ت" جو فرق هجي، جيڪا "ت" تباهيءَ جو پيغام هئي.

ڳاڙهي ترڪي ٽوپي ايڏي ته اهميت حاصل ڪري وئي جو دنيا جي انقلابين پنهنجين ٽوپين کي ڳاڙهو رنگ ڪيو.

ڪميونسٽ انقلاب پويان ڳاڙهي رنگ جو وڏو ڪردار هيو. دنيا ۾ ڳاڙهي ٽوپيءَ ڪميونسٽ انقلاب ته ڪامياب ڪيا پر هندوستان ۾ ڳاڙهي ٽوپي ڪامياب نه ٿي سگهي، ٿي سگهي ٿو ان جو سبب ٽوپي ۾ ٽوپلو هجي ڇو جو ڪميونسٽ ڳاڙهي ٽوپي پائيندا هيا ۽ خلافت وارن جي ڳاڙهي ٽوپي دراصل ٽوپلو هيو.

ان ڏينهن خالق ڏنا هال ۾ خلافت تحريڪ جي اڳواڻن تي مقدمو هلڻو هيو. عثمان عليءَ اهو تاريخي واقعو اکين سان ڏسڻ پئي چاهيو. بندر روڊ بند هيو. هن کي خبر هئي ته اهو سدائين بند هوندو آهي ڇو جو بندر جي "ر" رستو ۽ باقي "بند" هيو. هو قلعي پويان سٽي ڪورٽ وارو رستو وٺي لڪندو اتي پهتو هن محسوس ڪيو انگريز عملدارن کي لڪڻ باوجود هو نظر اچي رهيو آهي پر اهي ڪيس روڪي نه رهيا آهن. اهڙو احساس هن لاءِ حيرت جو سبب هيو. هن پاڻ کي هٿ هٿي محسوس ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هو موجود هيو ۽ ڪنهن به خواب جو حصو نه هيو. ته پوءِ هو ماڻهن جي نظرن کان محفوظ ڪئين هيو؟ اهو سوچي هو هلڻ لڳو ته سمجهيائين سندس قدم زمين کان به فوٽ مٿي آهن. جيڪو احساس هن لاءِ نه وڻندڙ هيو. هن چاهيو پئي ته سندس قدم زمين تي هجن پر هو ائين ڪري نه سگهيو

جڏهن خالق ڏنا هال جي ڏاڪڻين تي پهتو تہ ترڪي ٽوپيءَ وارا اڳواڻ اتي آيا. ان کان اڳ جو اهي اندر وڃي عدالت کي منهن ڏين، هو انهن جي قدمن ۾ ڪري پيو پر حيرت ٿي تہ انهن مان ڪنهن بہ هن ڏي نہ ڏٺو. جيئن هو نہ هيو هن جو پاڇو هيو. جيڪو جهڙ جي صورت ۾ خالق ڏنا هال مٿان لنگهي ويو. هن خلاف تحريڪ جي اڳواڻن کي پيرن ۾ وچڙي اهو عرض ڪرڻ پئي چاهيو تہ"قبلا مان تاريخ جو شاگرد آهيان، منهنجي دانهن ٻڌو. مذهب جو ٻج نہ پوکيو. اهو ٻج وڻ ٿيندو ۽ ان وڻ جي ڇانوَ ۾ بگهڙ انسانن جو گوشت کائيندا. اها خلافت نہ هوندي پر اهڙا خليفا پيدا ٿي پوندا، جن جون اکيون ڦريل، مڇون وڌيل ۽ فوجي وردين ۾ هوندا. گڏ انهن جا هٿ چمندا، بي گناهہ ڦاهيءَ چڙهندا، مذهب جي نالي ۾ آمريت مڙهي ويندي. الله جي نالي امداد گهري ويندي"

عثمان علي ٻاڏائيندو رهيو پر ڪنهن هڪ نہ ٻڌي، هو سوچڻ لڳو تہ آخر هن جو آواز ڇو نہ ٻڌجي رهيو آهي. ڇا هو گونگو آهي؟ هو پاڇ آهي يا نہ آهي؟ پوءِ وري پاڇ کي ڇُهي ڏٺائين. پڪ ڪيائين تہ روح نہ آهي، پر جسم آهي ۽ ان اندر روح آهي. خلافت اڳواڻ هن کي لتاڙيندي عدالت ۾ ويا ۽ ڪيس بہ بہ سال ٽيپ جي سزا آئي، عثمان عليءَ سوچيو انهن جي سزا ۾ هن جو ڏوهہ آهي، جيڪڏهن هو انهن کي روڪي سمجهائڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ها تہ ڪين سزا جو منهن ڏسڻو نہ پوي ها پر پوءِ سمجهيائين اهو قسمت جو فيصلو آهي ڇو جو تاريخ ۾ لکيل آهي ۽ تاريخ ۾ اڪثر قسمت جا فيصلا درج هوندا آهن، ڇو جو تاريخ مقدر جا ورق آهن ۽ مقدر جا ورق فرشتا آهن، انڪري تاريخ ۾ انسانن جو گهٽ فرشتن جو ذڪر وڌيڪ هوندو آهي.

اهي اهڙا ڏينهن هيا جو ڪراچيءَ جو سڄو شهر هيٺ مٿي ٿي لڏي رهيو هيو. زلزلو نہ آيو هيو ڇو جو زلزلي ۾ ڌرتي ڏڏندي آهي ۽ ماڻهو مرندا آهن پر تن ڏينهن ماڻهو ڏڏيا ۽ ڌرتي مري وئي. ماڻهن جي ڏڏڻ جو سبب هندو مسلم اتحاد کي ڪاپاري ڌڪ هيو. انگريزن اقتدار بچائڻ لاءِ مذهب جو سهارو ورتو. انهن ماڻهن ۾ مذهب جو روح ڦوڪيو. سنڌ ڌرتيءَ تي هندو

هندو ٿي پيا ۽ مسلمان، مسلمان. ان ڪان اڳ خدا ۽ ڀڳوان ۾ ڪو فرق نہ هيو. هاڻي ڀڳوان جي بت مان خدا جو روح خارج ٿي ويو.

پالارا پهچڻ ڪان اڳ عثمان علي تاريخ جا اهي سڀ واقعا اکين سان ڏسڻ پيو چاهي جن جو شهر ۾ هو اڪيلو گواهہ هيو.

شهر ۾ تاريخ جا واقعا قافلن جي صورت ۾ لنگهي رهيا هيا. سنڌ جي بمبئيءَ کان ڌار ٿيڻ جي تحريڪ زورن تي هئي. هندن اهڙي تحريڪ جي مخالفت ڪئي. شهر جي ڪٽر هندو تنظيمن هندن جي من ۾ مسلمانن خلاف نفرت جو ٻج ڇٽيو. من ۾ نفرت جو ٻج ڦٽندو آهي تہ وڻ ٿي انسان کي چيري وجهندو آهي. مسلمانن جي سنڌ آزاد پارٽيءَ جي مقابلي ۾ آزاد هند پارٽي جوڙي وئي. سڀ پارٽيون انسانن کي ورهائڻ لاءِ هونديون آهن، سواءِ ٿي پارٽيءَ جي، جنهن ۾ ماڻهو ملندا آهن ۽ ڪير ڪنڌ ٽيندا آهن.

هندو مها سڀا شنگهٽن جيڪا پنهنجي نالي جيان ڏکي پارٽي هئي، ان انسانيت کي وڏا ڏک ڏنا. اها ڪٽر هندو مذهبي پارٽي هئي، جنهن هندن جي دلين ۾ مسلمانن خلاف نفرت پيدا ڪئي. ويرو مل بيگراج ان پارٽيءَ جو اڳواڻ هيو. اهو پنهنجي وقت جو اهڙو مُلو هيو جنهن هندن کي ڏاڙهيءَ خلاف ڀڙڪايو. مرهٽن جي تعاون سان قائم ڪيل "راشٽري سيوڪ سنگ" تنظيم مسلمانن سان ويڙهہ لاءِ اهڙا هٿيار ٺاهيا جيڪي سڀ ڪاٺ جا هيا. سنڌي هندو هٿيارن ٺاهڻ ۾ بہ ايذائي شريف هوندا آهن. جيڏا عام زندگيءَ ۾. سکر ۾ جڏهن مسجد منزل گاهہ وارو واقعو ٿيو تہ گهڻا گهر تي هندن جا سوڊا واٽر جا دوڪان هيا. مسلمانن جڏهن هڪ جلوس جي صورت ۾ اتي پٿر وسايا تہ هندن سوڊا واٽر جي بوتلن سان انهن تي حملو ڪيو. هو ڪرينٽن مان سوڊا واٽر جون بوتلون ڪڍي جيئن انهن مٿان اڇلائين پيا تہ انهن جي روڊ تي ڪرڻ سان بوتلن جي ڦاٽڻ جو آواز پئي ٿيو. ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ اها ڳالهہ عام ٿي وئي تہ مسلمانن جي جلوس تي هندن جو بمن سان حملو. ڳالهہ وڌي وئي ۽ ساڌ ٻيلي کي بچائڻ لاءِ لکي ڏنائون تہ مسجد منزل گاهہ محمد بن قاسم جي اچڻ کان اڳ مسلمانن جي عبادت گاهہ هئي.

جنهن وقت ڪراچيءَ ۾ نٿو رام حضرت محمد صه جن خلاف چوپڙي لکي رهيو هيو ته عثمان علي هن مٿان بيٺل هيو. نٿو رام جي ڪچي ڪوٺڙيءَ ۾ ٽيبل تي گاسليٽ وارو لالٽين ٻري رهيو هيو. لالٽين تي هڪ ماڪوڙي جيڏو مڇر گول ڦري ڪڏهن نٿو رام جي ساڄي ڪن وٽ ته ڪڏهن کاٻي ڪن وٽ "يون يون" ڪري ڪجهه چوڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو.

عثمان عليءَ هن کان سوال ڪيو. "نٿو رام مڇر مارين ڇو نه ٿو؟"
نٿو رام اهو اڻ ٻڌل آواز ٻڌو ۽ جواب ڏنائين "مڇر مارڻ ڏوهه آهي. ڇو جو مڇر ۾ به ڀڳوان آهي، مان مڇر ماري ڀڳوان مارڻ نه ٿو چاهيان."
عثمان عليءَ جو غيبائتو آواز وري آيو.
"ته پوءِ تون سمجهين ٿو ته تنهنجي چوهٽ صفحن جي چوپڙيءَ ڪري گهڻا ماڻهو ماربا؟"
"مان ماڻهن کي سڃاڻان، پر مسلمانن کي نه. انڪري ماڻهو نه مرندا آهن، پر مسلمان مرندا آهن."
عثمان عليءَ جي ٽڪندڙ پاڇي وري ڳالهايو. "نٿو رام ائين نه ڪر، تون پاڻ به مرنديءَ ماڻهو آهين."
نٿو رام سوچيو ۽ پوءِ چيو. "مارينده ڀڳوان آهي، انهن کي ڪهڙي طاقت؟" نٿو رام چوهٽ صفحن جي چوپڙي لکي، مسلمانن جي مذهبي غيرت جاڳي پئي/غيرت اچي ته ماڻهو هڪ يا ٻه ماريندو آهي، پر مذهبي غيرت اچي ته پنهنجا ۽ پراوا سڀ ڪسجي ويندا آهن/نٿو رام تي مقدمو قائم ٿيو. جيئن ڪورٽ کان ٻاهر نڪتو ته عبدالقيوم نالي هڪ شخص ڇرين جا اهڙا وار ڪيس جو ٽڏي تي ڦٽڪي مري ويو. عبدالقيوم کي پڪڙي ساڳي ڪورٽ ۾ وٺي ويا. بيٺي پير ڪيس ڦاهيءَ جي سزا ٻڌايائون. انگريز مئجسٽريٽ دير ئي نه ڪئي. ڇو جو مشهور هيو ته خدا وٽ دير آهي. انڌير نه ۽ انگريز وٽ انڌير آهي، دير نه. انگريز ٽڏي تي انصاف ڪندا هيا. انصاف ملڻ ۾ دير ٿيندي هئي ته گولي ۽ ڦاهيءَ سان انصاف ڪري ڇڏيندا هيا. انصاف جو وڏو مثال توپ اڳيان ماڻهو ٻڌي اڏائڻ هيو. انگريز انصاف

پسند جڙا نوالا باغ ۾ تفريح ڪندا هيا. جنهن جي ڳالهين گلن ۾ انسانن جو رت شامل هيو.

انگريزن عبدالقيوم کي ڦاهي ڏيڻ کانپوءِ ڪنهن به اسلامي رسم ڪانسواءِ ميوا شاهه قبرستان ۾ دفن ڪري ڇڏيو. مسلمانن ان جو لاش ڪڍي جنازي نماز ادا ڪئي ۽ ڪڪري ميدان کان جلوس جي صورت ۾ مظاهرو ڪري جلسو ڪيو. لياريءَ ۾ ان جلوس تي گوليون وسايون ويون. جنهن ۾ نٿو رام جي چوهٺ صفحن جي چوپڙيءَ پويان چوهٺ ماڻهو مارجي ويا.

عثمان عليءَ کي ڏاڍو ڏک ٿيو هو رنو ته محسوس ڪيائين روئڻ جي تعداد کان ڳوڙهن جو مقدار گهٽ آهي. ڳوڙها صرف اکين مان وهندا آهن. حد کان وڌي وڃن ته نڪ مان وهندا آهن. ماڻهو روئي صرف اکيون صاف نه ڪندا آهن پر نڪ به صاف ڪندا آهن. ڳوڙها جڏهن نڪ مان وهن ته ماڻهوءَ جو شان مٽيءَ ۾ ملي ويندو آهي.

عثمان عليءَ جو هونءَ به ڪهڙو شان هيو. جيڏانهن ويو پئي ته ماڻهو هن جي ڳالهه ئي نه پيا ٻڌن. ماڻهو يونڪ جلد ٻڌندا آهن. اهو سوچي عثمان علي اطمينان محسوس ڪيو ته هو ماڻهو آهي. ڪتا آهن جن کي هرڪو غور سان ٻڌي ٿو.

هن کي خبر پئي ته سيد. جهيٺا جي اعزاز ۾ ڪارلٽن هوٽل ۾ ماني جهلي آهي. هو بيا ڪم ڇڏي جن ۾ هندو مسلم اتحاد. سوپيا جي قبر تي پيهر حاضري. پالارا واپس وڃي لزا جي حفاظت. پوڙهو پيءُ جيڪو وضوءَ لاءِ پاڻيءَ جو انتظار ڪري رهيو هيو. پٽل جو ڪرمنڊل جيڪو ڪرنل مارٽن جي بنگلي ۾ هڪ پٽر هيٺان پيل هيو ۽ جنهن تي سينور چڙهي وڃڻ ڪري رنگ هيڊي مان ڦري سائو ٿي چڪو هيو ۽ بيا ڪم جيڪي هن کي انهن ڪمن کانپوءِ ڪرڻا هيا. سڀ ڪم ڇڏي هو هوٽل ڪارلٽن پهتو.

هن ڏٺو اتي سڀ قومپرست. سنڌ جا عظيم ڏاها ۽ تعليمدان ويٺل هيا. اهي مسلمانن جي حقن بابت ڳالهائي رهيا هيا. الڳ ملڪ جو شوق ائين هيو جيئن گهوڙن پالڻ جو شوق. عثمان عليءَ نه ڪئي هم. نه تم. سڌو وڃي جهيٺا جي پيرن کي پڪڙيو.

"سائين ائين نہ ڪيو." هن چيو "وڏو قتل عام ٿيندو بي گناهہ ماڻهو مرندا. عورتون اغوا ٿينديون. هجرتون ٿينديون. هيڏانهن جا ماڻهو هوڏانهن تہ هوڏانهن جا هيڏانهن ٿيندا. مذهبي نفرتون وڌنديون. ٻوليون، نسل ۽ قومپرستيون جاڳي پونديون. جنگيون لڳنديون. ملڪ ٽٽندو ماڻهو دربدر ٿيندا."

عثمان علي جڏهن جهيڻا جي قدمن ۾ ڳالهائي رهيو هيو تہ جهيڻا پاڻ تقرير ڪري رهيو هيو. اهو سيني سامهون بيٺل هيو. تقرير ۾ ساڳيا جملا ورجهائي رهيو هيو جيڪي عثمان ان جي قدمن ۾ چئي رهيو هيو. پر ان ورجهايل جملن ۾ عثمان عليءَ جي جملن جو ضد هيو. جهيڻا جي ڳالهہ سڀ ٻڌي رهيا هيا. پر عثمان علي جڻ پٿر سان ڳالهائي رهيو هيو. پٿ کي ڪن هيا ۽ پٿ ڳالهائي رهي هئي.

عثمان علي سيد سان انڪري ڳالهائي نہ سگهيو ڇو جو سيد ماني جهلي هئي، جڏهن هٿن ۾ ماني جهليل هجي تہ رحمدل ماڻهو پورا ڪري پکين کي کارائيندو آهي. سيد مصروف هيو ۽ هن جي مانيءَ تي هڪ اهڙو جهرڪ لٿو جنهن کيس ٻڌايو تہ "هو جهرڪن ۾ نہ ڄايو آهي." سيد کيس دلجاءِ ڏني تہ "هو ڪوشش ڪندو تہ جهرڪ پکين ۾ شمار ٿئي ڇو جو سنڌ، هند ۾ شمار ٿئي ٿي، وقت ايندو جو سنڌ، هند ۾ شمار نہ ٿيندي، ان لاءِ هو سڀ کان پهريون سنڌ اسيمبليءَ ۾ اهڙي قرارداد پاس ڪرائيندو جيئن سنڌ ڪٿي بہ شمار نہ ٿئي."

جهيڻا خوش ٿي سيد جي پٺي ٺپي ۽ ٺپڻ جي آواز تي جڻ عثمان عليءَ جا ڪن ڦاٽي پيا. هن پئي هٿ ڪنن کي ڏنا ۽ محسوس ڪيو جيئن چنبڙ ڪري تاريخ جي صفحن تان مٽي اڏامندي هجي.

عثمان عليءَ پڪو پهہ ڪيو تہ ڪو هن جي ٻڌي يا نہ ٻڌي پر ڳالهائيندو ضرور، ڇو جو بند ڪمري ۾ ڪنهن عورت سان ڪو لچو زيادتي ڪري رهيو هيو تہ عورت رڙيون ڪري رهي هئي. لچي چيس "بند ڪمري ۾ تنهنجيون رڙيون ڪير ٻڌندو؟"

عورت جواب ڏنو "ڪو ٻڌي نہ ٻڌي، منھنجو ضمير تہ ٻڌندو ۽ گواھي ڏيندو تہ زيادتيءَ وقت مون مزاحمت ڪئي."

عثمان علي بہ پنھنجي ضمير کي مطمئن ڪرڻ پيو چاھي، ھن جڏھن ٻڌو تہ سيد سنڌ اسيمبليءَ ۾ قرارداد پيش ڪرڻ وارو آھي تہ ھو جھڙ مينھن تي پگھو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي دروازي تي ويھي سيد جو انتظار ڪرڻ لڳو.

سنڌ اسيمبليءَ ۾ بجيٽ اجلاس ھلي رھيو ھيو ۽ اسيمبليءَ جي ھر سيٽ اڳيان لوٽو رکيل ھيو لوٽو انڪري تہ گناھگار ضمير جو ڏوھي ھوندو آھي، انڪري اھو عبادت گھٽي ڪندو آھي، رکيل لوٽي ۾ وضوءَ لاءِ پاڻي ھيو جيئن قرارداد پاس ڪري اتي ئي لوٽي مان وضو ڪري خدا کان معافي وٺي سگھن. ان ڪري لوٽو ضمير فروشن لاءِ شرم جو نشان نہ ھوندو آھي پر انھن لاءِ نجات جو رستو ھوندو آھي.

جڏھن سيد نروار ٿيو تہ عثمان عليءَ کيس روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. سيد، عثمان عليءَ مان لنگھي اندر ھليو ويو عثمان عليءَ محسوس ڪيو ھو ھوا بنجي ويو آھي، ھو پاڇو آھي، ھو روح آھي، ھو مثل آھي، ڪنھن کي روڪڻ ھن جي وس جي ڳالھہ نہ آھي، ھو ماڻھن کي نظر نہ اچي رھيو آھي، ماڻھو ھن جو آواز نہ ٻڌي رھيا آھن پر ڳالھائيندو ضرور ڇو جو ھن ھر ھاڃو پنھنجين اکين سان ڏٺو ھيو، ھو ھر واقعي جو گواھہ ھيو.

ھن سيٽ تي ويٺل سيد سامھون ڳالھايو. "سائين ترس ان جو سِلو سٺو نہ ملندو، سنڌ تباھہ ٿي ويندي، توھان کي پڇتائڻو پوندو، سڄي حياتي جيل ڪاٽڻو پوندو. ايڏا مذھبي نہ ٿيو ڇو جو اڳتي ھلي توھان کي مذھب کان توبہ تائب ٿيڻو پوندو. اسان جو لکيل پڙھيل ڪاروباري طبقو ھليو ويندو. ٻاھران يلغار ٿيندي، اسان کي مھمان نوازيءَ جو سِلو سٺو نہ ملندو. اسان کي روڊن تي ماريو ويندو، دھشت گردي عروج تي ايندي، پٽي خوري ٿيندي، چوديواري محفوظ نہ رھندي، فيڪٽرين کي ساڙيو ويندو، سوين مزدور سڙي ويندا، خودڪش ڌماڪا ٿيندا. منھنجي سوپيا جيان سوين عورتون اغوا ٿينديون، خوف ۽ وھشت جو دؤر ايندو. اسان تي غداريءَ جا الزام لڳندا.

ڪيترائي بي گناهه ڪجي ويندا. بندرگاهه، گيس جي ذخيرن ۽ پيٽرول جَي کوهن تي اسان جو حق نہ رهندو. سنڌوءَ تي ڊيم ٺهندا. پاڻي روڪيو ويندو. اسين رُلي ويندا سين. سيد ائين نہ ڪر.“ سيد ڪن وٽ مک هڪليندو رهيو ۽ قرار داد پاس ٿي وئي.

عثمان علي سنڌ اسيمبليءَ جي ڏاڪڻ تي ويهي روئڻ لڳو. هن سنڌ کي ياد ڪيو جنهن جو لاش اتي بي گور ۽ بي ڪفن پيل هيو ۽ هو اڪيلو ڪنهن بي وس عورت جيان پار ڪڍي رهيو هيو.

”اڙي منهنجي ماءُ مري وئي. اڙي منهنجي بي گور ۽ ڪفن ماءُ. او منهنجي سنڌوءَ جو جنازو. آهي ڪو ٻڌڻ وارو؟ آهي ڪو حيلو وسيلو؟ اهو منهنجي ماءُ....“

عثمان علي پار ڪڍي روئي رهيو هيو ۽ شهر ۾ قرار داد پاس ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ بينڊ وڄي رهي هئي.



## (14)

عثمان عليءَ جي شهر وچڻ ڪانپوءِ پالارا جون حالتون ساڳيون نہ رهيون. ڪوهيڙو تہ ساڳيو هيو پر ڪوهيڙي مان گهوريندڙ اکيون ڪنهن جهنگلي جانور جهڙيون ٿي ويون. ماڻهوءَ جون اکيون روشنيءَ ۾ چمڪنديون آهن ۽ جهنگلي جانور جون اوندهہ ۾. ان جو سبب اهو آهي تہ ماڻهو روشنيءَ ۾ روزگار جو شڪار ڪندو آهي ۽ جانور اوندهہ ۾ پاڻ کان ڪمزور جانور جو شڪار ڪندو آهي. انسان لاءِ رات جو شڪار ڪرڻ ڏوهہ ۽ جانور لاءِ ڏينهن جو شڪار ڪرڻ پَل هوندي آهي.

لزا اهڙي هرڻيءَ ۾ تبديل ٿي چڪي هئي جيڪا پنهنجي پاڇي جي اوٽ ۾ لڪڻ جي ڪوشش ڪندي آهي. مجاهدن جي نيت خراب ٿي چڪي هئي. مذهب ۾ هر شيءِ جي نيت هوندي آهي. ڪو بہ چڱو ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ نيت ڪئي ويندي آهي پر بري ڪم شروع ڪرڻ سان قدرتي طور نيت خراب ٿي ويندي آهي.

پالارا جي خوابناڪ خاموشي، ڪوهيڙو ۽ هڪ خوبصورت عورت. موقعو ۽ مهل، ملي مجاهدن کي پڙڪائي وڌو. "محافظ" جنهن کي عثمان عليءَ ويندي لزا جي حفاظت لاءِ ڇڏيو هيو اهو شيطان کان محفوظ نہ رهيو. جيتري دير ۾ مجاهد ملڪ فتح ڪن، شيطان دنيا فتح ڪري چڪو هوندو آهي. دلين تي حسن جو اثر شيطان جي زير اثر آهن. حسن شيطان جي

معرفت عاشق تي غالب ٿيندو آهي ۽ هاڻي شيطان مجاهدن جي اکين ۾ ويهي لزا جو جائزو وٺڻ لڳو. هڪ خوبصورت ناسي وارن واري عورت، ان جا گهاٽا وار راجستان تي وري آيل بادلن جهڙا هيا. وشال پيشاني ۽ ڳل يقين ڏياري رهيا هيا تہ ٻيا سڀ رنگ گلابي رنگ کي ڏسڻ جي حسرت ۾ رنگجي ويا آهن.

سڀ رنگ اڇي رنگ مان جنم وٺن ٿا، رنگ رنگن سان ملي سوين رنگ ناهين ٿا ۽ سڀني رنگن جو انجام ڪارو رنگ آهي.

ان جي بند چپن ۾ ليڪ نہ حاصل ڪري سگهڻ جي زخم کان دل تي چير جهڙي هئي.

انهن سوچيو تہ دشمن جي ڌيءَ آهي، مال غنيمت آهي، چو نہ حصا ڪيون، ان رات مينهن ائين وٺو جيئن وڏ ڦڙي کي تڪڙ هجي تہ وري وسڻ جو موقعو ملي الاءِ نہ. چو نہ وسي و ٺون. پاڻي ائين وسيو جيئن ڦڙا هڪ ٻئي کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪندا هجن.

ڪمري ۾ اوندھ هئي، محافظ لزا جي پرسان آيو تہ وڄ ڪڙڪي جڻ اوندھ ۾ ڏار پئجي ويا ۽ اها پراڻي عمارت جيان ڪري پئي. هو اڳتي وڌيو ۽ ان لزا کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪئي. لزا ائين سري وئي جڻ هوا جو جهوٽو هئي.

"خبردار" لزا چيو. "تون انگليند تي حملو ڪري سگهين ٿو پر هڪ عورت تي نہ."

"مان حملو نہ، قبضو ڪرڻ چاهيان ٿو جيئن توهان ڪيو آهي." محافظ جواب ڏنو ۽ پوءِ چيو. "ڳالهين ۾ وقت نہ وڃاءِ؟ تڪڙ هجي تہ وقت قيمتي ٿي پوندو آهي." ۽ پوءِ هن دل ۾ چيو. "تڪڙ ڪم شيطان جو."

انسان تي شيطان غالب ٿئي تہ انسان طاقتور ٿي وڃي ٿو. هن جون سوچون ۽ عمل اهڙي باھ جيان ٿي وڃن ٿا جنهن باھ کان جڻ دوزخ پناھ گهرندو هجي.

مجاهد تيلي ٻاري ته روشن ٿيڻ کان اڳ ڪنهن ڦوڪ ڏئي وسائي ڇڏي. هو حيران ٿي ويو. ڪيس محسوس ٿيو ڪو پرسان بيٺو آهي. هٽ هٽي ڏنائين. اونده ايڏي هئي جڻ گناهه جمي يخ ٿي ويا هجن.

"لزا" هن سڏيو ڪو آواز نه آيو. محسوس ڪيائين ڪمرو خالي آهي. گجگوڙ ٿيو وڄ چمڪي، ڪمري ۾ ايڏي تيز روشني ٿي وئي جو ڪجهه ڏسي نه سگهيو. اونده ۽ روشنيءَ جي انتها ماڻهوءَ کي انڌي ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

محافظ اونده ۾ مجاهدن کي سڏيو.

"ملان... مفتي... حافظ.. او ڪبڙ وارا... او ٻڙ وارا..."

آواز خاموشيءَ جي خوف کان ڀڄندو آهي. آواز پنهنجو دشمن پاڻ آهي. آواز آواز سان ملي گوڙ ۾ تبديل ٿي ٻڌڻ ۾ نه ايندو آهي. آواز ڌاڳو آهي. ڌاڳو ڌاڳي سان وچڙي ڪوٺ ٿي پوندو آهي. آواز ۽ ڌاڳا الڳ هجن ته ٻڌڻ ۽ سبڻ جي ڪم ايندا آهن.

مجاهد ڊڪندا ڪمري ۾ آيا ته اونده ڪري هڪ ٻئي مٿان ڪري پيا.

"لزا نظر نه ٿي اچي." محافظ چيو.

"ميڻ بتي ٻاريو." هڪ مجاهد چيو.

"ميڻ بتيون ڪٿي آهن؟" ٻئي مجاهد چيو.

"مان ميڻ بتيون ڳولهيان ٿو. توهان لزا ڳولهيو." هڪ مجاهد ڪمري مان ويندي چيو. جنهن کي ٻاهر ويندي صرف در جي چانٺ ڏٺو.

وڄ چمڪي انهن اکيون ڦاڙي ڏٺو اتي انهن ڪانسواءِ ڪا به عورت نه هئي.

"لزا ڀڄي وئي." پوءِ سيني ٻاهر ڀڄندي چيو.

ٻاهر ڪمري جي بنسبت اونده گهٽ هئي. اونده روشنيءَ کان ايڏي ته ڊنل هوندي آهي جو لڪڻ لاءِ ڪمرو ڳولهيندي آهي. خدا سچ کي ان لاءِ مقرر ڪيو ته اهو اونده ڳولهي پر اڄ ڏينهن تائين اونده ڳولهي نه سگهيو آهي. جنهن ڏينهن ان اونده ڳولهي، خدا ڪيس واپس گهرائي وٺندو.

مجاهد لزا پويان ويا پر ڪين سمجهه ۾ نہ آيو تہ ڪهڙي طرف وڃن. انهن جون اکيون ۽ نظر ائين ڦرڻ لڳيون جيئن وڏ ڦڙي جي ڌرتيءَ تي ڪرڻ جي آوازن ۽ ڪنهن جي قدمن جي آوازن ۾ فرق ڳولهڻ جي ڪوشش ڪندا هجن تہ اهي لزا جي پيرن جا آواز آهن جيڪي وڏ ڦڙي جيان ڌرتيءَ تي وسي رهيا آهن. ڪين محسوس ٿيو ڦهليل ڪوهيڙي ۾ جيڪو اندهہ جي گهاٽائيءَ جو سبب هيو انهن ڪانسواءِ ڪو ٻيو بہ آهي، جيڪو ساهہ کڻي رهيو آهي، ڪنهن جي ساهن جي خوشبوءِ اهي محسوس ڪندا آهن جن کي گلاب مان خوشبوءِ نہ اچي، ڇو جو ساهن جي خوشبوءِ ڪانپوءِ هر خوشبوءِ زائل ٿي وڃي ٿي.

مجاهدن نرڙ تان مينهن جو پاڻي ائين صاف ڪيو جيئن پگهر صاف ڪيو هجي.

"آهي ڪٿي، اتي" هڪ مجاهد چيو. "پر نظر نہ ٿي اچي." وڄ ڪي هيٺ چمڪي سان ملايو. چمڪي ۾ پري ڪجيءَ جا وڻ ائين ظاهر ٿيا ڄڻ فوٽو لڳل هجي.

"ڪجين ڪانسواءِ ڪجهہ هيو ضرور" هڪ مجاهد چيو. "پر ڪجين جي اوٽ ڪري نظر نہ آيو."

"ٿورو اڳتي هلو تہ ڏسون." انهن مان هڪ چيو ۽ پوءِ گپ ۾ ترڪندا، هڪ ٻئي کي سهارو ڏيندا اڳتي هلڻ لڳا.

ان رات مينهن اهڙو وسيو جيئن ڪيس ڌرتيءَ تي ڪاوڙ هجي. مينهن جي ڪاوڙ ڌرتيءَ لاءِ رحمت هوندي آهي. مينهن ڪاوڙ ڪري پنهنجو نقصان ڪندو آهي ڇو جو مينهن جي اهڙي ڪاوڙ ڪري جهڙ فنا ٿي ويندو آهي.

مجاهد لزا کي ڳولهي ٿڪجي پيا. اهي ان ڪجين جي باغ تائين ويا. جن ڪجين ۾ ڪسيون پيدا ٿينديون هيون ۽ انهن ۾ ڏوڪي کان وڌيڪ ذائقو هيو. پرسان ئي پراڻن ڪبڙن جا ڏنگا ڦڏا وڻ هيا جن ۾ ٻيٺل پيرون وڄ جي روشنيءَ ۾ ڄڻ لڪي ويٺل پکين جي چمڪندڙ اکين جيان ظاهر ٿي وري گم پئي ٿيا. هو نديءَ ڪناري بندر تي بہ ويا، جتي خدا بخش ڪٽيءَ جو ٻتيلو

بيٺل هيو. ان اڪيلي ٻتيلي ٻوٻان نديءَ جي ان ڪناري کي بندر ڪوٺيندا هيا. اها بندر جي خوشنصيبي هئي جو ان ڪڏهن جهازن جو منهن نہ ڏٺو. ڇو جو هر ڪاروبار ۾ سڀ کان ڀهريون انسان وڪامندو آهي.

خدا بخش ڪٽيءَ جو ٻتيلو ڏسي انهن سوچيو تہ آخر خدا بخش ڪٽي ڪاڏي ويو ۽ ڀوءِ سوچيائيون، ٿي سگهي ٿو اهو پلا ڪٽي شهر ويو هجي ۽ ڪنهن انگريز کي اهو سوچي سوکڙي طور ڏنا هجن تہ "ڏارين کي پلي جو ذائقو ڪنڊي تي ماريندو آهي."

هو واپس مڙيا تہ سچ ڪوهيڙي مان ائين ظاهر ٿيو جيئن ان سپ توڙي موتي ڏنو هجي. تڏ جي اثر سبب هڪ ٻئي کي ڏسي ڪنگها پئي. جڏهن موتي جاءِ ۾ آيا تہ ڏسي ٽپ ٽري وين. اتي لزا چادر پائي ليٽيل هئي ۽ ان پرسان خدا بخش ڪٽي ويٺل هيو. لزا چادر اندر ڏڪي رهي هئي. ائين پئي لڳو جيئن ان جي طبيعت ٺيڪ نہ آهي، ان پرسان ويٺل خدا بخش جون اکيون ٽاندن جيان ڳاڙهيون هيون، اهي جيئن ڪمري ۾ داخل ٿيا تہ خدا بخش جي دل چاهيو اهو انهن کي پنج آڱريون ڏيکاري پر ڀوءِ اهو سوچي عمل نہ ڪيائين تہ پنجن ۾ اثر نہ رهيو آهي، گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ هجن پر هن جي هٿن ۾ اٺ هيون، ڇو جو آڱوٺا اهو چئي ڪٽرائي ڇڏيا هيائين جيئن انگريز پٽي نہ سگهن.

"اٿوَ ڪا پنهنجي ماءُ پيءُ." خدا بخش ڪاوڙ مان چيو. "مائيءَ کي ڏيکائي ساهہ ڪڍيو اٿوَ."

مجاهد لڄي ٿيا ۽ ڀوءِ پنهنجي عمل کي حق بجانب ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هڪ مجاهد ڳالهايو. "اها انگريزن جي عزت آهي، انگريزن اسان جي عزت خاڪ ۾ ملائي آهي، اسان انگريزن جي خاڪ ۾ ملائيندا سين."

"ڀوءِ توهان ۽ انگريزن ۾ ڪهڙو فرق ٿيو." خدا بخش چيو. "جهڙا انگريز تهڙا توهان."

"اسان مجاهدن کي انگريزن سان نہ ڀيٽيو." هڪ مجاهد چيو. "مسلمان ۽ ڪافر ۾ وڏو فرق آهي."

خدا بخش وڌيڪ بحث ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو هن لڙا ڏي منهن ڪندي موضوع بدلايو. "هيءَ توهان کان نظر بچائي سڄي رات وٽڻ جي اوٽ ۾ لڪندي رهي آهي. شڪر آهي، سمنڊ کان واپس ايندي نظر پئي ۽ منهنجي اڇي ڏاڙهيءَ تي اعتبار ڪري هيءَ موٽي آئي آهي، سڄي رات مينهن ۾ پسڻ ڪري بخار ۾ ڏڪي رهي آهي، خدا خير ڪري هن کي ڪجهہ ٿيو تہ اسان سيٺي جون ترغيبون ناڪام ٿي وينديون."

مجاهد لڙا جي حالت ڏسي ٿورا لڇي ٿيا.

"توهان مان ڪو وڃي ۽ حڪيم هادن کي وٺي اچي." خدا بخش چيو. "جيڪڏهن هن جو علاج نہ ٿيو تہ هيءَ دنيا ڇڏي ويندي."

"حڪيم هادن ڪٿي ملندو." انهن مان هڪ پڇيو.

"حڪيم هادن هتان کان ٻہ ڪوهہ پري ماڙيچن جي ڳوٺ ۾ رهندو آهي." خير محمد سمجهائيندي چيو. "هن تڪ جو مشهور حڪيم آهي."

حڪيم هادن جو ماڙيچن جي ڳوٺ ۾ رهڻ جو سبب اهو هيو تہ ان دؤر جا حڪيم پڻ ڊاڪٽرن جيئن پئسي وارا هيا. فرق اهو هيو تہ جيئن ڊاڪٽر اغوا ٿين ٿا، ان دؤر ۾ مريض اغوا ٿيندا هيا، حڪيم هادن ماڙيچن جو اهو ڳوٺ ٻڌرايو هيو. ماڙيچا جنسي آزاديءَ سبب اڪثر، پرميل، سوزاڪ، ليڪوريا، نامردي، ننڍي قد ۽ ٻين بيمارين ۾ مبتلا هوندا هيا.

جڏهن ٻہ مجاهد ماڙيچن جي ڳوٺ پهتا تہ منجهند ٿي وئي، ڪوهيڙي ڪري سج ايڏو تہ هلڪو هيو جو منجهند جي خبر پاڇن مان نہ ٿي پئي. اها خبر ان وقت پوندي هئي جڏهن ڪو مانجهاندي جي بک محسوس ڪندو هيو. هو ٻئي حڪيم هادن جي دواخاني ۾ ويا ۽ حال اوريائون.

حڪيم ڳالهہ سمجهي ويو ۽ انهن جي بک محسوس ڪندي کين مانيءَ جي صلاح ڪئي جيڪا انهن خوشيءَ سان قبول ڪئي. حڪيم کين کائڻ لاءِ اهڙيون گوريون ڏنيون جيڪي کائڻ کانپوءِ انهن جي هر قسم جي بک ختم ٿي وئي.

حڪيم کين سمجهايو "بک جا قسم هوندا آهن. پيرن جي بک، سٿرن جي بک، دل جي بک ۽ دماغ جي بک. ٻار ننڍو هوندو آهي تہ ان جا پير بکيا هوندا آهن، جنهن ڪري اهو ڊوڙندو آهي. جوان ٿيندو آهي تہ ان جا سٿر بکيا هوندا آهن، جنهن ڪري جنس لاءِ جدوجهد ڪندو آهي. اڌوهيءَ جو ٿيندو آهي تہ ان جي دل بکايل هوندي آهي جنهن ڪري عشق ڪندو آهي. جڏهن پوڙهو ٿيندو آهي تہ ان جو دماغ بکايل هوندو آهي، جنهن ڪري ڏسي بک جو پورائو ڪندو آهي. بک وڻ آهي. جيڪو پيرن وٽ ڦٽي، سٿرن، دل ۽ دماغ وٽ پهچي پروان چڙهي ٿو."

حڪيم جون گوريون کائڻ سان مجاهدن جي وڻ جا ڏار ڪري پيا ۽ هر بک وڻ جي ڏار تي ويٺل پکيءَ جيان اڏامي وئي. مجاهدن حڪيم جا ٿورا مڃيا ۽ محسوس ڪيو هاڻي مرڻ کانپوءِ جنت ۾ بک نصيب ٿيندي

حڪيم ڏاند گاڏي تيار ڪرائي جيڪا مريضن تائين جلد پهچڻ لاءِ استعمال ڪندو هيو. هو مجاهدن کي ساڻ ڪري جڏهن پالارا پهتو تہ خدا بخش ڪٽيءَ ان جو آدرڀاءُ ڪيو.

هو خدا بخش ڪٽيءَ کي سڃاڻيندو هيو جيڪو مهاڻي ٽيڻ کان اڳ ڪٽي هيو ۽ اهو ڏنڌو ڇڏي پلا مارڻ شروع ڪيا. ان جو سبب اهو هيو تہ خدا بخش کان صرف انگريز ڪپڙا ڏوئاريندا هيا. ديس جا ماڻهو غريب هجڻ ڪري پنهنجا ڪپڙا پاڻ ڌوئي پائيندا هيا. پئسي نہ هجڻ ڪري ڪڏهن پائيندا بہ هيا، ڪڏهن نہ بہ پائيندا هيا، پائيندا هيا تہ ماني نہ کائيندا هيا. نہ پائيندا هيا تہ کين ماني نصيب ٿيندي هئي. اهي انگ اگهاڙا ماني کائي مٿي کنڌ ڪري خدا جو شڪر ڪندا هيا تہ "اهو ڪوڙ آهي، ماني لٽي وارن کي نصيب ٿئي ٿي. لٽي وارا بک مرن ٿا ۽ اگهاڙا اناج کائين ٿا."

خدا بخش ڪٽي انگريزن جا ڪپڙا ڌوئي پنهنجو ضمير ڌوئي نہ سگهيو. ان اهڙي ڏنڌي تي لعنت وڌي جنهن ۾ من ميرو ٿئي. سوچيائين سڄو ڏينهن انگريزن جا ڪپڙا ڌوئڻ کان چڱو آهي تہ ماڻهو مهاڻو ٿئي. هو پالارا آيو ۽ پلن سان اهڙي دوستي رکيائين جو بہ چار پلا هن جي ٽوڪريءَ ۾ سدائين پيل هوندا هيا.

حڪيم هادن لزا کي تپاسيو. لزا جي حالت خراب ٿي چڪي هئي. سندس ساهه تيز هلي رهيا هيا ۽ بخار ۾ ٻري رهي هئي. بخار اهڙي ٻاهه آهي جنهن ۾ مريض سڙي انڪري تيز ساهه کڻندو آهي جيئن هوا تي ٻاهه ٻري يا وسامي. ڇو جو هوا ٻاهه ٻاريندي به آهي ته وسائيندي به آهي. انڪري بخار ۾ مريض مرندو آهي يا صحتياب ٿيندو آهي.

حڪيم جڏهن لزا جي ٻانهن هٿ ۾ وٺي تپاسي ته ٻانهن تي ٻليءَ جي نهنڊن جا نشان ڏسي هن ڪان ڇرڪ نڪري ويو. هن کي پنهنجو پيءُ حڪيم حضور بخش ياد آيو جنهن سان پاڙي وارن مذاق ڪئي هئي. ٻليءَ جي ٻانهن ۾ ڌاڳو ٻڌي هن جي هٿ ۾ ڏنو هيو ۽ چيو هيو ته "مائي پردیدار آهي. پردي ۾ ويهاري سندس وٽيءَ ۾ ڌاڳو ٻڌي توهان کي ڏنو آهي ته نبض سڃاڻي ان جو علاج ڪيو."

سندس پيءُ ڌاڳو ڪن تي رکيو ۽ پوءِ کلي چيو "ٻلي ڇيڙا تي گهري"

لزا جي ٻانهن تي ٻليءَ جي نهنڊن جا نشان ڏسي حڪيم هادن سوچ ۾ پئجي ويو ته مجاهد هن سان مذاق ته نه ٿا ڪن.

پوءِ سوچيائين مائي پردیدار نه آهي. هن سامهون آهي. بيمار آهي ۽ اهي نهنڊون ڪهڙي حيثيت رکن ٿيون.

دراصل هر حڪيم پنهنجي من ۾ ٻلي پاليندو آهي ۽ سنڌ جي هر وڏي حڪيم جو قصو ٻليءَ جي ذڪر سان شروع ٿيندو آهي.

"هيءُ ڇا جو نه نشان آهي." حڪيم پڇيو. "اهو ڇو آهي؟" ڪنهن جواب نه ڏنو. سڀ هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳا. مجاهد "محافظ" منين ۾ ننهن سميت آڱريون لڪائيندي چيو.

"حڪيم صاحب پريشان نه ٿيو اهي ٻليءَ جا نه آهن."

"مون به اهو پئي سوچيو." حڪيم هادن چيو. "هڪ انگريز عورت جي ٻانهن تي ٻليءَ جا نشان نه ٿا ٿي سگهن. انگريز ٻليون پاليندا آهن ۽ ٻليون انهن کي زخمي نه ڪنديون آهن. پر هر ٻليءَ مٿان انگريزن جي آڱرين جا نشان هوندا آهن."

حڪيم هادن پراڻي ڪاٺ جي پيٽي کولي نسخي موجب دوا ٺاهي تيار ڪئي ۽ کين ڏک جي ڳالهه ٻڌائي ته "مائيءَ ۾ حال ڪونهي. دوا لڳي ته واهه. نه ته مائيءَ کي مٽي لڳي ويندي."

سڀ پريشان ٿي ويا ۽ سوال پڇيائون "آخر هن کي بيماري آهي ڪهڙي؟"

"مينهن ۽ ٿڌ ڪري هن کي نمونيا ٿي ويو آهي. ڇاتي بند آهي ۽ بخار پنهنجي انتها تي پهچي چڪو آهي. توهان هن جي مٿي تي ٿڌيون پٽيون رکي پئي سگهيا پر مينهن جي موسم آهي."

حڪيم هادن موڪلايو ته خدا بخش ڪيس پنج پلا سوکڙيءَ طور ڏنا ۽ علاج لاءِ اچڻ ڪري پئسن بابت پڇيو.

حڪيم پنج پلا وٺندي چيو. "سوکڙيءَ جو اثر عيوض کان وڌيڪ هوندو آهي. ڇو جو شڪارپوري ڪتاڻ جي هڪ برني نه ٽيڻ جهڙا ڪم ڪرائي وجهندي آهي."

حڪيم جي وڃڻ ڪانپوءِ سڀ سوچ ۾ پئجي ويا ته هاڻي ڇا ڪجي. انهن حڪيم جو نسخو آزمايو. لزا اکيون کوليون ۽ پوءِ اهڙيون بند ڪيون جو کلڻ جو نانءُ ئي نه پئي ورتو. آخر اهڙو وقت به آيو جو عثمان علي شهر کان موٽي هن مٿان آواز ڏئي رهيو هيو.

"لزا... لزا... اکيون کول."

هو هر هر چئي رهيو هيو پر لزا اکيون ہوٽي ائين پيل هئي جيئن موت جو انتظار ڪندي هجي.

در حقيقت دنيا ۾ ڪو به موت جو انتظار نه ڪندو آهي ڇو جو انتظار ڪهڙو به هجي ان ۾ عمر وڌي ٿئي ٿي. انتظار جي هڪ گهڙي صديءَ برابر هوندي آهي. پوءِ اهو انتظار موت جو هجي يا محبوب جو. انتظار ۾ عمر وڌي ٿئي ٿي. ان ڪري موت جو انتظار موت سان بغاوت آهي. دراصل موت ماڻهوءَ جو انتظار ڪندو آهي. ائين موت جي عمر وڌي ۽ ماڻهوءَ جي عمر ننڍي ٿي وڃي ٿي.

عثمان عليءَ اچڻ سان پالارا مٿي تي ڪنيو ڪيس جڏهن لزا تي مجاهدن جي جنسي حملي جي خبر پئي ته باهه ٿي ويو. هن جا جوتا پراڻا تي پادرن جي ڪم جا نه رهيا هيا. هو اجايل مور جيان پيرن کي ڏسي روئي پيو ۽ لزا جي هوش ۾ اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو جيڪا هن جا ڳوڙها پي زندگيءَ جو سنيهو ڏئي ها.

هن سوچيو لزا جي موت جي صورت ۾ هو ڪرنل مارٽن کي ڪهڙو جواب ڏيندو. ڪرنل مارٽن هن تي ڀروسو ڪيو هيو. عثمان علي ڀيو ڪو آسرو نه ڏسي لزا جي ڀرسان آيو. هو هيٺ ويٺو ۽ هن جي ٻانهن تي مٿو رکي روئڻ لڳو.

"سوپيا... منهنجي سوپيا...." هن جي اندر مان آواز اچڻ لڳا, ڪيس سوپيا جي مرڻ تي دل کولي روئڻ جو موقعو نه مليو هيو. هاڻي هن دل کولي روئڻ پئي چاهيو. هو روئندو رهيو ۽ روئندو رهيو.

مجاهد هن کي روئندو ڏسي حيرت ۾ پئجي ويا ته آخر هڪ انگريز عورت مٿان هڪ مجاهد جي اهڙي انداز سان روئڻ مان ڇا مراد؟



## (15)

قديم دنيا ۾ چئن موسمن کان اڳ پکين جي موسم هئي. موسمون گرمي ۽ ٿڌ تي نہ بدلبيون هيون پر اهي پکين جي چرپر پويان سجاتيون وينديون هيون. ان وقت جا عامل ونگوڙيدار لٺ سهاري آسمان ڏانهن اشارو ڪري پکين جي اڏام ڏسي قسمت جو حال ٻڌائيندا هيا ۽ موسمن جي اڳڪٿي ڪندا هيا.

ان سال پالارا ۾ ڳيرن جي موسم هئي. پکي پرواز ڪري جونءِ مٿائي موسم بدلائي وجهندا آهن. سنڌوءَ ڪناري پالارا کان پري سمنڊ تائين ماڻهوءَ جي قد جيڏا ڳاڙها سارس برفاني ملڪن مان لڏي ديرو ڪندا هيا ۽ ڳيرا پالارا جي ڪجين، ڪبڙن ۽ ڪرڙن تي، ڏيلهون، پيرون ۽ ڪسيون کائي ڪلندا هيا تہ ماڻهن کي روئڻ ايندو هيو. ماڻهن جي روئڻ جو سبب انهن جو پکي هجڻ نہ هيو. ماڻهو سوچيندا هيا تہ پکي آزاد ۽ ماڻهو قيد آهن. پکي پرسڪون ۽ ماڻهو بي سڪون آهن. خاص طور بوبڪ جا ڳيرا جيڪي ڪيترا ميل سفر ڪري پالارا پهچندا هيا تہ بوبڪ مان ڪاڏل پنگ جو نشو انهن تي اتي طاري ٿيندو هيو. اهي اکيون بند ڪري ڪنهن مفڪر جيان وڻن جي لامن تي ويهي جهومندا هيا. نشو انهن جي رڳن ۾ تيز ڪائي ڊوڙندو هيو.

عثمان عليءَ جيان خدا بخش ڪٽيءَ جي دل ۾ لزا لاءِ همدردي جاڳي پئي هئي، مجاهد انهن جي حرڪت کي شڪ جي نگاهہ سان ڏسندا هيا. انهن مان هڪ ٻن اها بہ صلاح ڏني تہ شهر وڃي اهي جماعت الاخصار جي سربراهن کي حقيقت کان آگاهہ ڪن، اهي اهڙين تيارين ۾ مصروف هيا ۽ روز وڃڻ جا سانپاها پئي ڪيا.

لزا جي طبيعت ۾ ڪو فرق نہ آيو. حڪيمن جون دوائون اثر ڪرڻ ۾ وڏو وقت وٺنديون آهن. پرهيز تي ايڏو زور هوندو اٿن جو مريض ان شڪايت کان بہ پرهيز ڪندا آهن تہ "حڪيم تنهنجين دوائن ۾ اثر نہ رهيو آهي." ڪا بہ پرهيز ٽوڙ تہ، ڏوهہ دوا کي نہ، پرهيز کي ڏنو ويندو آهي ۽ شڪايت ڪر تہ اها پرهيز نہ ڪرڻ آهي ۽ شڪايت مرض جو سبب ٿي پوندي آهي، دراصل حڪيم جي دوا، اهڙي دعا هوندي آهي، جيڪا لڳي تہ واهہ، نہ تہ قبر ڏي ڪاهہ."

عثمان عليءَ ڏينهن رات لزا جي خدمت ڪئي، مجاهد ان جي اهڙي حرڪت کي سٺو نہ سمجهندا هيا.

"ڪهڙي تنهنجي پنهنجي آ؟" هڪ مجاهد چيو. "سڄو ڏينهن تيمارداري ڪري انگريزن جي خدمت ٿو ڪرين، ڇڏيس حياتي هوندس تہ بچندي، نہ تہ پهتي پرينءَ ڪي."

عثمان علي انهن کي ڪو جواب نہ ڏيندو هيو. بس ايترو چوندو هيو.

"خدا توهان کان ان جو حساب وٺندو تہ توهان هڪ عورت سان زيادتي ڪئي."

اها مجاهدن لاءِ شرم جي ڳالهہ هئي، پر شرم جي عمر ننڍيءَ هوندي آهي، جمندو آهي ۽ شرم کان جلدي مرندو آهي. گهوڙن جيان شرم جا قسم آهن. شرم سٺو ۽ خراب هوندو آهي. هڪ شرم اهڙو هوندو آهي، جنهن تي ماڻهو کي پيار ايندو آهي. ٻيو شرم اهڙو هوندو آهي، جنهن تي ڇتاءُ ٿيندو آهي. شرم ڳاڙهي، نيري، هيڊي ۽ ٻين رنگن ۾ بہ ظاهر ٿيندو آهي. شرم ۾ گلابي ٿي ويندا آهن، ڪو شرم ماڻهوءَ کي نيرو ڪري ڇڏيندو آهي، ڪو

شرم ۾ پڇتاءَ سبب هيڏو ٿي ويندو آهي ۽ ڪنهن جو شرم ڪانپوءِ منهن اچو ٿي ويندو آهي، پر مجاهدن کي تي ڪيل گناهه جي شرم جو اثر ڪارو پيوءِ ڪاري منهن تي ڪو رنگ ظاهر نه ٿيندو آهي.

هڪ ڏينهن عثمان علي ۽ خير محمد صلاح ڪئي ته ڪيئن به ڪري لزا کي هتان ڪڍڻو آهي، جيئن شهر جي ڪنهن اسپتال ۾ داخل ڪرائي ان جو علاج ڪيو وڃي.

عثمان عليءَ خير محمد کي صلاح ڏني "اجان زمانو نه بدليو آهي، جنگ مردن جو ڪم آهي، عورتن جو نه. هڪ عورت جو ڪهڙو ڏوهه جو ان کي سزا ڏني وئي."

خير محمد ڪئيءَ لزا لاءِ من ۾ همدردي محسوس ڪئي.

"ها واقعي" هن چيو. "عورت ڪمزور آهي، انڪري هر مرد جي ڪمزوري آهي."

عثمان عليءَ خدا بخش کي تجسس سان ڏٺو جيڪو وڏي رمز جون ڳالهيون ڪري رهيو هيو ۽ سوچيو واقعي ئي هن جي ڪمزوريءَ جو سبب سوپيا هئي ۽ هاڻي هو لزا سبب پاڻ کي ڪمزور ۽ بي وس محسوس ڪري رهيو هيو. ڪيس ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي ته هو ان کي شهر اسپتال ڪيئن پهچائي. مجاهدن جي هوندي هو ڪا به اهڙي چرپر نه پئي ڪري سگهيو. جيڪا چرپر مجاهد محسوس ڪن.

"مجاهدن هوندي هو ان کي اتان ڪيئن ڪڍي سگهي ٿو؟" هن خدا بخش کان سوال ڪيو.

"تون فڪر نه ڪر." هن چيو "هن موسم ۾ بوبڪ جا ڳيرا ماڳ مٽائي ايندا آهن. اسان کي اها خبر نه هئي ته ڪو بوبڪ جي ڳيرن ڪائڻ سان ست ڏينهن ننڊ ايندي آهي. پالارا جي پوري ڳوٺ شڪار ڪري اهڙا ڳيرا کاڌا هيا. ڳيرن کائڻ ڪانپوءِ ڳوٺ تي ست ڏينهن ننڊ جو حملو ٿيو ۽ وري ڳيرن کائڻ کان قسم کڻي ڇڏيو. مان ڪوڙڪو وجهي بوبڪ جا ڳيرا ڦاسائي پچائيندس. اهي پاڻ بنهي کانسواءِ سڀ کائيندا. آزاديءَ لاءِ ڪڏهن رڪي ماني به کائڻي پوندي آهي."

عثمان عليءَ کي صلاح وٽي ۽ هن خير محمد جا ٽورا مڃيا. جنهن ڪيس اهڙي راز کان واقف ڪيو هيو نہ تہ هن وٽن تي اڪيون پوئي وينل ڳيرن جي اداسيءَ جو سبب لزا جي بيماري سمجهيو هيو. هن سمجهيو هيو تہ لزا جي ڏک ۾ صرف هو اداس نہ آهي پر پالارا جا پکي بہ ان ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهن.

خير محمد مجاهدن وٽ ويو جيڪي هيٺ تڏي تي ويهي سرگوشين ۾ ڪنهن نئي مهم جي مشق ڪري رهيا هيا. مجاهد هن کي ڏسي چپ ٿي ويا. جيئن پنهنجي جاءِ ۾ ڪو ڌاريو داخل ٿيو هجي. جڏهن توهان جي گهر ۾ چار وافڪار ملي. ڌارين جيان سرگوشيون ڪن ۽ توهان جي اچڻ تي چپ ٿي وڃن تہ پوءِ سمجهيو توهان پنهنجي گهر ۾ پاڻ ڌاريا آهيو خير محمد پاڻ کي ڌارين وچ ۾ ڌاريو سمجهيو ۽ اهو ئي آٿت هن لاءِ ڪافي هيو تہ هو ڳيرن جو بندوبست پنهنجن لاءِ نہ. پر ڌارين لاءِ ڪري رهيو آهي. ڌاريا ست ڏينهن ننڊ ڪندا تہ پنهنجن کي جاڳڻ جو موقعو ملندو ۽ پنهنجا جاڳي ڌارين جي ننڊ ڦٽائڻ جي ڪوشش ڪندا ڇو جو ننڊ جو مقدار مقرر آهي. ننڊ تي مستقل قبضو ٻين لاءِ ننڊ جو ڏڪر پيدا ڪري ٿو.

ان ڏينهن خير محمد ڳچ ڳيرا پڪڙي آيو. ڪوڙڪي ڪمال ڪيو هيو. ڪوڙڪو ڪرتب ڏيکاريندو آهي. خير محمد جو ڪوڙڪو بہ جادوگر هيو ۽ ڪوڙڪي جو جادو بوبڪ جي ڳيرن تي اثر انداز هيو.

هن جڏهن ڪشمير جا گرم مصالحا وجهي ٻوڙ پچايو تہ ان مان آزاد ۽ مقبوضا قسم جي بوءِ ٻاڦ جيان اڀري خير محمد جي گهر کان ٻاهر نڪري هيڏانهن هوڏانهن ڇڻ پوري برصغير ۾ ڦهلجي وئي. خير محمد کي اهڙي بوءِ کان بچڻ لاءِ نڪ تي ڪپڙو ڏيڻو پيو ۽ خدا کان پناهہ گهري، ڪاڻ کان بوءِ جو اثر وڌيڪ هوندو آهي. جيڪڏهن اهڙي بوءِ اثر ڪيو تہ ملڪ وڙهي انڌا ٿي پوندا.

ان رات خير محمد مجاهدن کي بوبڪ جا ڳيرا کارايا. ڳيرن جو ذائقو اهڙو هيو جو ماڻهو موت جو ذائقو وساري ويهي. موت کي بہ ذائقو آهي جيڪو هر ماڻهوءَ کي چکڻو آهي پر ٻوڙ جو ذائقو اهڙو هيو جيئن. جنهن نہ

چڪيو معنا مٿو ئي ڪونہ. مجاهد وڻا ڪائيندا ۽ ائين ڪائيندا ويا جيئن ٻوڏ کان اڳ سامان ڍوئيندا هجن. جڏهن ڪاٺي پورو ڪيائون ڪين اهو سوچي سڄي رات ننڊ نہ آئي تہ انهن ان کان اڳ اهڙو لذيذ ڪاڏو ڪڏهن نہ کاڌو آهي.

صبح جو سج ايريو مجاهدن سڄي رات ننڊ نہ ڪئي، اهي خوشيءَ مان ڪلندا رهيا ۽ جاڳندا رهيا. جڏهن ٿڪ ڏئي ٽڪا تہ خير محمد کين ٻڌايو "رات انهن جيڪا ماني کاڌي اهي ٻوبڪ جا ڳيرا هيا."

ٻڌڻ شرط مجاهدن مٿان ننڊ جو حملو ٿيو ۽ اهي اتي جو اتي سمهي ڏگهي ننڊ جي نشن ۾ ڪوئجي ويا. خير محمد انهن کي مٿان بيهي سڏ ڪيا. پر هڪ مجاهد نہ اٿيو. خير محمد کي پڪ ٿي وئي تہ اهي ست ڏينهن سوگها آهن. عثمان عليءَ خدا جو شڪر ڪيو جنهن کيس اڪين جي وڻ کان پناھ ڏني. مجاهد جڏهن ڪوهيڙي ۾ ڪٺا ٿي هن ڏانهن ڏسندا هيا تہ ائين لڳندو هيو جڻ وڻ مان ڪئي اکيون هن جي هر حرڪت جو جائزو وٺنديون هجن. هو هاٺي پاڻ کي هلڪو محسوس ڪري رهيو هيو. لزا سفر ڪري نہ پئي سگهي. نيم بيهوشيءَ جو دورو هن مٿان طاري هيو ۽ صحت سڌرڻ جو نانءُ نہ پئي ورتو. عثمان علي ان انتظار ۾ هيو تہ لزا هلڻ جهڙي ٿئي تہ هو مجاهدن جي جاڳڻ کان اڳ ان کي ٻتيلي ۾ وٺي شهر روانو ٿي سگهي.

هن لزا جي تيمارداري ڪئي، حڪيم هادن جي ڏس موجب ڪيترين ئي جڙي ٻوٽين آزمايون. هن جي هٿن ۾ پيرن کي ٻارهن وڻن جي پيٺل ٻجن جي تيل سان مالش ڪئي. پويان سهارو ڏئي اٿاري صاف پاڻيءَ جا ڍڪ پيرايا. ڏاڙهونءَ جي رس ۾ سنڪونا پيئاريو. نيٺ لزا سامت ۾ آئي ۽ ان اکيون کٺي عثمان عليءَ کي ڏٺو. عثمان علي لزا جي بيماريءَ ۾ ڪمزور ٿي چڪو هيو. هن جون اکيون ذرا ڏئي وبون هيون، منهن هيڊو، ڳٽا اندر ۽ آڱريون ڪاٺ جون ٿي چڪيون هيون. هو هر وقت لزا مٿان بيٺل هوندو هيو. ان جي چهري کي پيو ڏسندو هيو کيس محسوس ٿيندو هيو. هن سوپيا کي ڳولهي لڌو آهي. دهشتگردن سوپيا کي زخمي ڪيو آهي ۽ زخمن کان چور هوءَ بستر تي پيل آهي، دراصل موت اهڙو وهاجو آهي جيڪو ڪڏهن

ناقابل يقين ٿي پوندو آهي. ڪنهن ويجهي جو موت مڃڻ ۾ نہ ايندو آهي. لڳندو آهي، اهو ڪوڙ آهي ۽ مئو نہ آهي. مئو آهي تہ واپس ورندو ڇو جو اهو مري نہ ٿو سگهي. موت اهڙو احساس آهي جنهن کي وجود نہ آهي. موت محسوس ڪبو آهي، موت کي روپ نہ آهي، جيڪڏهن هاجا ۽ الميا جسماني وجود رکندا هجن ها تہ انسان انهن جون اکيون ڪڍي ڇڏي ها.

سوپيا عثمان عليءَ جي من ۾ جيئري هئي. لزا جي تيمارداري ڪيس لاشعوري يقين ڏياري رهي هئي تہ هو سوپيا لاءِ ڪجهہ ڪري رهيو آهي. هن لزا جي تيمارداريءَ ۾ ڪا ڪثر نہ ڇڏي، لزا جي صحت پهريون کان بهتر ٿي ۽ اها هلڪي غذا وٺڻ لڳي، عثمان عليءَ لاءِ ان جي دل ۾ همدردي وڌي وئي. هوءَ ان کي سٺو انسان سمجهڻ لڳي. عثمان عليءَ کي لزا جي تيمارداريءَ لاءِ هر هر ان جي ويجهو ٿي اچڻو پيو. ان کي ڇهڻو ٿي پيو. لزا ان جي ڇهڻ تي ڪو ردعمل ظاهر نہ ٿي ڪيو ان پنهنجا خماريل نيڻ کڻي کيس ڏٺو پئي.

"مون کي مجاهدن جي حرڪت تي افسوس آهي." عثمان عليءَ چيو. "وقت آيو تہ انهن کي سزا ضرور ملندي."

لزا ڪجهہ نہ ڳالهايو. بس ايترو چيو تہ "جيترو جلد ٿي سگهي هوءَ پنهنجي پيءُ ڪرنل مارٽن تائين پهچڻ چاهي ٿي. جيڪڏهن عثمان عليءَ ان تائين پهچايو تہ هوءَ ڪرنل کي انعام لاءِ چوندي. جيڪو کيس وڏي اعزاز سان ڏنو ويندو."

عثمان عليءَ پيار مان لزا کي ڏٺو ۽ چيو. "منهنجو انعام تون آهين. منهنجو اعزاز تنهنجي صحت آهي. ٿورو گهمڻ جهڙي ٿيءُ تہ توکي ڪرنل مارٽن تائين ضرور پهچائيندس."

لزا جي هيٺ چهري تي ڦڪي مرڪ اچي وئي.

"تون هنن کان مختلف ڇو آهين؟" لزا سوال ڪيو.

عثمان علي ماضي ڏي موٽي ويو. هرڪو ائين سمجهندو آهي تہ ماضيءَ جو واسطو حال سان آهي. حال ڪانپوءِ ماضي ايندو آهي پر ائين نہ آهي ڇو جو مستقبل کي بہ ماضي هوندو آهي ۽ ضروري نہ آهي تہ مستقبل، حال ۾ تبديل ٿئي. مستقبل سڌو سنئون ماضيءَ ۾ ڦري حال کي مات ڏيندو

آهي. عثمان عليءَ جو ماضي بہ ائين هيو. اهو اهڙو مستقبل هيو جنهن جو حال سان واسطو نہ پيو. عثمان عليءَ جو ماضي، ماضيءَ ۾ قاتل هيو. جيڪو مستقبل جي ماضيءَ ۾ ٿي گذريو اهو هن لاءِ سبق هيو. هن ماضيءَ جي ماضيءَ ۾ اچي تاريخ جا ورق ڦاڙڻ پئي چاهيا جيئن اهي مستقبل تي اثر انداز نہ ٿين. هن لزا کي ٻڌايو تہ "منهنجي سنڌ جي قسمت جو فيصلو هنن گهڙين ۾ ٿيڻ وارو آهي. جيڪو فيصلو ٿي چڪو هيو ان منهنجي سنڌ کي برباد ڪري ڇڏيو منهنجي سنڌ تباهہ ٿي وئي. هندوستان جي آزاديءَ ۾ سنڌ غلام ٿي وئي."

لزا هن جون ڳالهيون ٻڌي ڪيس عجب مان ڏسڻ لڳي، جيئن هو ڪو ديوانو هجي ۽ سمجهہ ۾ نہ ايندڙ ڳالهيون ڪندو هجي.

"هندوستان جي آزادي؟" هن صرف ايترو چيو.

"ها. هندوستان جي آزادي" عثمان عليءَ چيو. "هندوستان آزاد ٿيندو ۽ ان جي آزادي لکين انسانن جو موت ثابت ٿيندي، مذهبي رجحان وڌندو ۽ مذهب جي نالي ۾ وڏي تباهي ايندي. نفرتون وڌنديون، قومون ورهائبيون، لڏ پلاڻ ٿيندي، زيادتيون ۽ زوريون ٿينديون، سنڌ رت سان رنگجي ويندي."

لزا پهريون دفعو محسوس ڪيو هو ڪنهن ٻئي دنيا جو ماڻهو آهي، هن دنيا سان سندس واسطو نہ آهي، هن جون ڳالهيون موقعي ۽ مناسبت سان ٺهڪي ايندڙ نہ آهن. اهو سوچي هن موضوع بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"تنهنجي مون سان ايڏي همدردي ڇو آهي؟" هن پڇيو.

"ڇو جو تو ۾ مان سمايل آهيان." هن چيو. "تون منهنجو وقت آهين. وقت ڪائنات جو نہ هوندو آهي، پر وقت ماڻهوءَ جو هوندو آهي، هر ماڻهوءَ جي ڪلهي تي ڪائنات سان وقت جيان رکيل آهي. اهو وقت جو قطرو ٿي وهي ٿو. پنهنجي ڪائنات ڪٺي پيدا ٿئي ٿو. جوان ٿئي ٿو ۽ ڪائنات سميت دفن ٿئي ٿو. وقت انسان سان گڏ جيئي ٿو ۽ انسان سان گڏ مري ٿو. تون منهنجي ڪائنات آهين. مون توکي ئي وقت جي ماضي، حال ۽

مستقبل ۾ ڏنو آهي، تون روپ مٽايو آهي پر آهين اهو ئي روپ جيڪو مٽجڻ کان اڳ هيو."

لزا جي اکين ۾ پيار پرجي آيو. هن عثمان عليءَ جو هٿ پنهنجن هٿن ۾ وٺي ان سان پيار ۽ همدرديءَ جو اظهار ڪيو.

"عثمان علي" هن چيو. "مان تنهنجي ٿي نہ سگهندس، ڇو جو ڪنهن ٻئي جي آهيان. جيڪڏهن ڪنهن جي نہ هجان ها تہ تنهنجي ٿيان ها."

"پر مان سدائين تنهنجو هوندس." هن چيو. "خدا ڪي ڪيترائي نانءَ هجن پر آهي خدا. توکي ڪيترائي نانءَ هجن پر آهين اها جيڪا دل ۾ ويٺل آهي."

لزا محسوس ڪيو سندس من ۾ عثمان عليءَ لاءِ عزت جي جاءِ محبت والاري آهي.

"عثمان علي" هن چيو. "تنهنجي هٿن جو ڇهاءُ مان سڄي زندگي محسوس ڪندي رهندس."

عثمان عليءَ جي دل چاهيو هو لزا جو درد چوسي دل ۾ ائين سانڍي جو زماني جي دردن کي دل ۾ جاءِ نہ ملي.

لزا جڏهن کيس ٻڌايو تہ "هوءَ ڊيوڊ جي مڱ آهي ۽ اهو انگلستان ۾ هن جو انتظار ڪري ٿو ان محسوس ڪيو جيئن سيني اندر آڪيرو هجي ۽ پکي پڙڪو ڏئي اڏامي ويو هجي ۽ پوءِ کيس لزا اهو بہ ٻڌايو تہ "هوءَ ان جي ٿي نہ سگهندي پر فيصلو وقت ڪندو."

عثمان عليءَ لزا جي آسري کي سياست سمجهيو. اسين سڀ دنيا ۾ لاشعوري سياستدان آهيون. روزگار تائين رسائيءَ جو وسيلو سياست آهي. سياست جوئا آهي، ڪي ننڍا جوئاگر آهن، ڪي وڏا جوئاگر. ننڍا جوئاگر عوام ۽ وڏا جوئاگر حڪمران آهن، هر ڪاروبار ۾ ڳجهي سياست پنهنجو ڪردار نڀائيندي آهي.

ماٺهو ماٺهوءَ جي ڪردار مان نہ پر ان جي سياست مان متاثر ٿيندو آهي. خيرات اهڙي سياست آهي جنهن سان ڪاروبار ۾ تيزي اچي ٿي.

عثمان عليءَ جو مقصد لزا نه سوپيا هئي. وقت هن کي موقعو ڏنو هيو ته هو سوپيا جي اغوا جو ڪفارو ادا ڪري. هو سوپيا لاءِ ڪجھ نه ڪري سگهيو پر سوپيا جي روپ جهڙي لزا لاءِ گهڻو ڪجھ ڪرڻ پئي چاهيو.

"پياري لزا." هن چيو. "تون ٻل ڪير به هجين پر مونکي انڪري عزيز آهين جو هوبهو ان جهڙي آهين جنهن سان منهنجو پيار هيو. توکي بچائي، مان پنهنجو ضمير بچائيندس، جيڪو سوپيا جي غم ۾ ٻڏي چڪو آهي."

لزا جي من ۾ هن جي محبت ائين ڪني تي وئي. جيئن ماکي ماناري ۾.

"مان تنهنجو احسان ڪڏهن وساري نه سگهندس." لزا چيو ۽ پوءِ عثمان عليءَ جي هٿن سان ڳرن قلن جو رس پيتو ڳرن قلن جي رس ۾ ياڪر جو ذائقو هيو.

مجاهدن کي ستي اجان ست ڏينهن نه گذريا هيا. پنج ڏينهن گذريا ته لزا پنهنجي پيرن تي بيهجي وئي. عثمان عليءَ وسان نه گهٽايو هيو. لزا جي صحتيابي عثمان عليءَ لاءِ تازي هوا جو جهوٽو هئي. لزا جيئن صحتمند ٿيندي وئي ته عثمان عليءَ جي منهن ۾ رت موٽي آيو. هن جون ڏرا ڏئي ويل اکيون خوبصورت ٿي ويون. ڳل تازا توانا ٿي ويا ۽ آڱريون اهڙيون ٿي ويون، جيئن جلترنگ ڇهي ساز وڄائينديون هجن. ان رات ڪيس خواب ۾ شيطان آيو. جاڳ ۾ شيطان جو تصور جيڏو بدصورت آهي. خواب ۾ ايڏو ئي خوبصورت آهي. شيطان ساڳيو فرق خواب جو آهي.

جنهن ڏينهن عثمان علي ۽ خير محمد ڪٿي لزا کي وٺي ڪلاچي بندر روانا ٿيا ته لزا خوش هئي، ڪيس هلندڙ هير ۽ سنڌوءَ جون ڇوليون اها تسلي ڏئي رهيا هيا ته هاڻي هوءَ آزاد آهي پر سندس دل ۾ ڏهيل خوف هيو ته رستي ۾ ڪٿي مجاهدن جي روڪ ٿي ته هوءَ وري آزار ۾ اچي ويندي. دل ۾ چار خانا آهن، هڪ ۾ الله، ٻئي ۾ گاڊ، ٽئين ۾ ڀڳوان ۽ چوٿون خالي آهي. ان دل جي چوٿين خاني ۾ انسان پاڻ لڪندو آهي.

جڏهن خوف محسوس ڪندو آهي تہ خالي خانو ان کي جاءِ ڏيندو آهي. لزا ان خالي خاني ۾ لڪيل هئي.

ٻيڙي هلي تہ ائين هلي، جيئن جهاز سنڌوءَ ۾ چاڙهہ طرف ٻيڙي ائين چرندي آهي جيئن جونءِ پر لاهہ طرف ائين هلندي آهي جو سڙهہ ٻيڙو نہ پر ٻيڙو سڙهہ هلائيندو آهي. ڪلاچي پهچندي گهڻو وقت نہ لڳو پر پوءِ بہ پراڻي وقت جي حساب سان هڪ ڏينهن لڳي ويو ان جو سبب اهو آهي تہ پراڻو وقت گذرندو نہ هيو ۽ نئين وقت وٽ وقت نہ آهي جو گذري. ڪنهن جي گذرڻ کان اڳ وقت گذري وڃي ٿو.

جڏهن اهي شهر پهتا تہ شهر جون حالتون خراب هيون. ان ڏينهن شهر ۾ هندو مسلم فساد ٿيا هيا ۽ هندن کي ڳولهي ماريو ويو هيو. گهٽ ۾ گهٽ يارهن سوَ انسان موت حوالي ٿيا هيا. ڪلاچيءَ جا روڊ رت ۾ آلا ۽ لاشن سان ڀريل هيا. لڏپلاڻ جون تياريون ٿي رهيون هيون. گوڙ ايڏا تہ وڌيا جو شهر ۾ ڪرفيو لڳايو ويو.

عثمان علي لزا کي ساڻ ڪري ڪلاچيءَ پهتو تہ خدا بخش هن کان موڪلايو.

"مون پنهنجو واعدو پورو ڪيو." هن چيو. "هاڻي تون ڄاڻ تنهنجا ڪم ڄاڻين. مون کي واپس وڃي مجاهدن کي منهن ڏيڻو آهي. جيڪڏهن هوش ۾ آيا تہ مون کي بي هوش ڪري ڇڏيندا. ان لاءِ ضروري آهي تہ پهريون پهچي وري انهن لاءِ مانجهاندي جو بندوبست ڪيان."

خدا بخش موڪلايو ۽ عثمان علي لزا کي ساڻ ڪري اڳتي وڌيو تہ انگريز سپاهين جو جٿو انهن کي ورائي ويو.



## (16)

ڪراچيءَ وٽ سمنڊ جي سطح ڏرتيءَ کان مٿاهين آهي، سمنڊ مٿي چاڙهيءَ تي آهي ۽ عمارتون هيٺ. سمنڊ جي سطح ڌرتيءَ کان هيٺ هوندي آهي پر ڪلاچ ائين نہ آهي. سمنڊ جي سطح مٿي هجڻ جو سبب آهي. ڳوڙهن ۾ سمنڊ جو پاڻي نمڪين هوندو آهي. سمنڊ جي سطح جو مٿي هجڻ ڳوڙها آهن. سنڌ ايڏا سور ڏنا آهن جو وهندڙ ڳوڙهن ڪري سمنڊ جي سطح وڌي وئي.

هندوستان جا عظيم اڳواڻ دعا ڪن هٽلر کي، جنهن سندن آزاديءَ ۾ مدد ڪئي. هٽلر نہ هجي ها تہ هندوستان آزاد نہ ٿئي ها. ٻئي جنگ عظيم هندوستان جي آزاديءَ جي جنگ هئي، جيڪا هٽلر وڙهي. هڪ ظالم ڏڪٽيٽر جنهن لکين يهودي ماريا ۽ پنهنجي قوم سميت فنا ٿيو. ان غلام قومن جي آزاديءَ جا رستا کوليا. ٻئي جنگ عظيم ۾ انگلستان سميت پورو يورپ ڪمزور ٿي ويو. فاتح فتح ڪندو آهي پر فتح جا نشان زخمن جي صورت ۾ ايڏا تہ گهرا هوندا آهن جو انهن جي ڇٽڻ ۾ وقت لڳي ويندو آهي. ٻئي جنگ عظيم کانپوءِ انگلستان بگهڙ وانگر ٻيلي ۾ زخم چٽيندو رهيو ۽ ان کان رڍون سنڀالجي نہ سگهيون، پوءِ رڍن جا مالڪ گانڌي، نهرو ۽ جهيڻا ٿيا.

ڪڏهن وقت ماڻهوءَ جو دوست ٿي پوندو آهي. وقت سچائيءَ تي اچي ته سڀ گهڙيال ڪوڙا ٿي پوندا آهن. اهو وقت هيو جنهن هندوستان کي آزادي ڏني. نه ته اڳواڻن جا منهن گهڙيالن ڏي هيا.

جڏهن فوجي دستي عثمان علي ۽ لزا کي تحويل ۾ ورتو ته شهر جون حالتون خراب هيون. شهر جي خراب حالت هجڻ جو اندازو ان جي عمارتن تي ويٺل ڪبوترن مان لڳائيو ويندو آهي. جڏهن ڪبوتر هر هر اڏري وري ويهن ته سمجهو حالتون خراب آهن. ڪبوتر گولين، ڳوڙها گيس جي گولن ۽ ٻين ٺڪائن کان اڏري ساٿا ٿي پوندا آهن. انهن جو ٽڪ ڪڏهن نه لهندو آهي. جيئن دانشور لاءِ ڳوڙ تشدد جي حيثيت رکي ٿو ائين ڪبوترن لاءِ ٺڪاءُ، گوليءَ کان وڌيڪ عذابناڪ آهي پر ان ڏينهن جڏهن ڪلاچيءَ جي بندر تان هندوستان نالي سامونڊي جهاز جي توپ مان گولو ڇوڙي نيويءَ وارن بغاوت جو اعلان ڪيو ته ڏماڪي تي ڪبوتر شهر ڇڏي ڀڄي ويا. ڪبوتر بغاوت نه ڪندا آهن. ڪبوترن کي بغاوت کان نفرت آهي. ڦاسي باغين لاءِ هوندي آهي، ڪبوترن لاءِ نه. اهو ئي سبب آهي جو ڪبوترن کي ڦاسي نه ايندي آهي پر ڪُهي ڪائبا آهن. جن کي ڦاسي ايندي آهي اهي ڪُهي ڪائڻ جي قابل نه هوندا آهن.

سباش چندر بوس ۽ هندوستان جي سياسي اڳواڻن ۾ اهو ئي فرق هيو. سباش چندر بوس بندوق سان ڳالهائيندو هيو ۽ سياسي اڳواڻ زبان سان. بندوق ڊيڄارڻ لاءِ هوندي آهي ۽ زبان مارڻ لاءِ. ماڻهو ۽ نانگ ۾ اهو ئي فرق آهي، نانگ زبان ڏيکاري ڏندن سان ڏنگيندو آهي ۽ ماڻهو ڏند ڏيکاري زبان سان ڏنگيندو آهي. انگريز ڊڄندا گهڻو هيا پر ڪين موت جو خوف نه هيو. اهي بندوق کان ڊڄندا هيا. زبان کان نه. جڏهن ڪلڪتي ۾ سباش چندر بوس جي ساٿي ڪيپٽن عبدالرشيد کي ڦاهيءَ چاڙهيو ويو ته نيويءَ ۾ بغاوت ٿي. نيوي جي بغاوت پڻ پاڻيءَ واري جهاز ۾ چڙهي ايندي آهي. اها ڪلڪتي کان بمبئي آئي ۽ بمبئيءَ کان ٻيا بندر لتاڙي جڏهن ڪلاچيءَ پهتي ته نيويءَ جي مقامي فوجين هندوستان نالي بحري جهاز تي قبضو ڪري توپ جو گولو ڇڏيو. ڪلاچيءَ جو آسمان ڪبوترن کان خالي ٿي ويو

۽ هر طرف هلين اڏرڻ لڳيون. انگريزن نيويءَ جي باغي سپاهين سان مقابلو ڪري، ڪين ٻوٽيون ڪري سمنڊ ۾ اڇلايو. ڪلاچيءَ جي ڪپر تي ان ڏينهن ڪانپوءِ هلين جا هجوم ڪڏهن نه ڪٽا. هلين ٻوٽين جون ايڏيون ته هيرا ڪ ٿي ويون جو عثمان عليءَ کي ياد هيو نيٽي جيٽيءَ تي ٻورن جي ٻوٽين جو ڪاروبار ٿيندو هيو. ماڻهو پئسن سان پليٽ ٻوٽين جي وٺي هوا ۾ اڇلي هلين کي کارائيندا هيا ۽ هليون ائين ڪائينديون هيون جيئن باغين جوگوشت ڪائينديون هجن.

جڏهن عثمان علي ۽ لزا کي حراست ۾ ورتو ويو ته لزا محتياط هئي. ان فوجين کي اهو نه ٻڌايو ته اها ڪرنل مارٽن جي ڌيءَ آهي ڇو جو حالتون بدلجي چڪيون هيون. مقامي فوجي انگريزن خلاف ٿي پيا هيا. لزا نه ٿي چاهيو ته هوءَ پنهنجي باري ۾ ٻڌائي ڪنهن مصيبت کي دعوت ڏئي ڇو جو فوجين جي نيت جي ڪا خبر نه هئي. انڪري لزا خاموشي اختيار ڪئي. عثمان عليءَ حراست ۾ وٺندڙن کي ٻڌايو ته هو شهر ۾ ان ڪري داخل ٿيو آهي جو هڪ بيمار عورت جو علاج ڪرائي سگهي. هن لزا کي پنهنجي گهرواري ڄاڻائيندي چيو ته "ڪيس انساني همدرديءَ جي بنياد تي ڪنهن اسپتال ۾ داخل ڪرايو وڃي ڇو جو گهڻو وقت بخار رهڻ ڪري ان جي طبيعت ٺيڪ نه آهي."

سپاهين جي دلين ۾ اهن لاءِ همدردي پيدا ٿي ۽ اهي ڪيس ينگ ڪرسچين اسپتال وٺي آيا. جتي ٿوري لک پڙهه، سڃاڻ ۽ ضمانت ڪانپوءِ لزا کي اسپتال ۾ داخل ڪرايو. لزا اسپتال جي بستر تي ليٽي جڏهن سامهون ڀت تي ٽنگيل يسوع جي تصوير کي ڏٺو ته سندس ڪمزور جسم ۾ رت ڀرجي آيو. ان احساس ڪان ته هوءَ آزاد ٿي چڪي آهي پنهنجن ڪپڙن ۾ نه ٿي ماپي.

عثمان علي لزا جي آزاديءَ تي خوش هيو. خوشيءَ جو سبب سوپيا هئي. هن کي لڳو لزا نه، سوپيا آزاد ٿي هجي. هن سوپيا جي روح کي خوش ڪرڻ لاءِ لزا کي آزاد ڪرايو هجي ۽ لزا محسوس ڪري رهي هئي عثمان علي اهڙو نيڪيءَ جو فرشتو آهي جنهن وٽ انسان جي دل آهي. فرشتو

تڏهن مڪمل ٿيندو آهي جڏهن ان وٽ دل هجي. فرشتن کي دل نہ هوندي آهي ڇو جو فرشتا انسان نہ آهن. شيطان اهڙو فرشتو هيو جنهن وٽ دل هئي. دل ئي آهي جيڪا خانو خراب ڪري ٿي/شيطان جي دل ۾ خدا جي محبت هئي، جڏهن خدا شيطان کي انسان اڳيان سجدي جو حڪم ڪيو تہ اهو ڇئي انڪار ڪيو "اي خدا جنهن دل ۾ تنهنجي محبت هجي، اهو ٻئي اڳيان جهڪي منافق ڪيئن ٿي سگهي ٿو منهنجو سجدو تولاءِ آهي. انسان اڳيان جهڪي مان مشرڪ نہ ٿيندس." /

شيطان کان سواءِ سڀ فرشتا انسان آڏو جهڪيا ڇو جو انهن وٽ دل نہ هئي. دل، دل آهي، لڳي تہ انسان ڪري وجهي، نہ تہ شيطان پري نہ آهي.

عثمان عليءَ لزا کي سختيءَ سان منع ڪئي تہ ڪنهن اڳيان بہ اهو ظاهر نہ ڪري تہ هوءَ ڪرنل مارٽن جي ڌيءَ آهي. ماڻهن ۾ انگريزن خلاف نفرت وڌي چڪي هئي. جڪيڏهن اهڙي خبر اسپتال کان ٻاهر پهتي تہ مجاهد ڪيس وري اغوا ڪندي دير نہ ڪندا.

عثمان عليءَ لزا کان اهو ڇئي موڪلايو تہ هو قلعي طرف وڃي رهيو آهي، جتي ڪرنل مارٽن سان ملاقات ڪري ڪيس صورتحال کان آگاهہ ڪندو. ڪرفيوءَ ۾ ساهيءَ دوران هو اسپتال کان نڪتو. ڪرائيسٽ چرچ وٽ پهتو تہ هن کي پري کان اهي مجاهد نظر آيا جيڪي پالارا ۾ هن سان گڏ هيا. اهي جڏهن هوش ۾ آيا هيا تہ خدا بخش ڪتيءَ انهن کي خماري ڪارائي هئي ۽ ڪاٺ ڪانپوءِ وري ست ڏينهن سمهي پيا هيا. جڏهن هوش ۾ آيا هيا تہ سندن دل چاهيو هيو اهڙو مزيدار ڪاڏو ڪائي وري سمهي پون. خماريءَ جو اهو ڪمال هيو تہ جيڪو هڪ دفعو ڪائيندو هيو ان کي وري ڪاٺ جي ٻاڙ لڳندي هئي. اها مڇي سنڌوءَ ۾ صدين کان موجود هئي پر انگريزن پاران سنڌوءَ ۾ افزائش لاءِ ڇڏيل فوجي ڪڳي جي ٻج انهن کي تباهہ ڪري ڇڏيو. انگريزن کي فوجي ڪڳا جن جي چمڙيءَ تي ورديءَ جهڙا نشان هيا، ڪاڏي ۾ وڻندا هيا. فوجي ڪڳن خماريون ڪائي موج ڪئي ۽ فوجي ڪڳا ڪائي انگريزن جا پيٽ نڪري آيا، جنهن ڪري انهن جي ورديءَ جا ٻٽڻ صرف سيني وٽان بند ٿيندا هيا.

پالارا ۾ جڏهن مجاهد هوش ۾ آيا هيا تہ خير محمد سوچيو هيو اهي ضرور لزا ۽ عثمان عليءَ بابت سوال ڪندا. پر انهن اٽڻ سان خير محمد جي خماريءَ جي تعريف ڪئي ۽ فرمائش ڪئي تہ کين اهڙو ڪاڏو وري ڪارائي. هن مجاهدن مان جان ڇڏائڻ لاءِ کين ٻڌايو تہ "رات مينهن وسڻ ڪري ڪائيون آليون ٿي چڪيون آهن، چلهو نہ ٻرندو."

اهو ٻڌي مجاهدن جون اکيون آليون ٿي ويون. ڪائين ۽ اکين ۾ اهو ئي فرق آهي تہ ڪائيون مينهن ۾ آليون ٿينديون آهن ۽ اکيون ڏک ۾. آليون ڪائيون باهہ ۾ ٻري نہ سگهنديون آهن، پر اکين ۾ سدائين باهہ ٻرندي آهي.

مجاهد پالارا مان روانا ٿيا تہ ڪراچي بندر پهچي کين لڳو اجان پالارا ۾ موجود هجن. جڏهن وانجهيءَ کين ٻڌايو تہ اهي پالارا پهچي ويا آهن تہ کين يقين ئي نہ پئي آيو. ان کي چيائون "جڏهن سفر ڪيو ئي ڪونہ آهي تہ ڪلاچيءَ ڪيئن پهتا؟"

وانجهي سمجهي ويو انهن کي خماريءَ جو اثر آهي. خمار وقت جو دشمن آهي، وقت نانگ آهي ۽ خمار نور. وقت نانگ جيان هلندو آهي. ان جي چال، ڏکهي، سنهي ۽ وڪڙدار هوندي آهي. ڪنهن وٽان خاموشيءَ سان لنگهي ويندو آهي تہ اهو ان لاءِ سٺو وقت هوندو آهي ۽ ڪنهن وٽان لنگهيندي ڏنگي وجهندو آهي تہ اهو ان لاءِ خراب وقت هوندو آهي.

خمار وقت جو مٿو چچري وجهندو آهي. خمار کي ڪا خبر نہ هوندي آهي تہ وقت سٺو آهي يا خراب. وقت ڪهڙو بہ هجي، ان کي ماري مات ڪندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو خمار مان نڪرندڙ کي ٻيا ٻڌائيندا آهن تہ وقت لنگهي چڪو آهي پر خماريل کي اعتبار نہ ايندو آهي تہ ڪو ايڏو وقت لنگهي ويو.

ڪرائيسٽ چرچ اڳيان جڏهن عثمان عليءَ کي مجاهد نظر آيا تہ هن انهن کان لڪڻ جي ڪوشش ڪئي. مجاهدن جي هن مٿان نظر پئجي وئي ۽ اهي لزا کي ياد ڪري هوش ۾ اچي ويا. انهن جيئن عثمان عليءَ ڏي وڌڻ جي ڪوشش ڪئي تہ عثمان علي بندر روڊ طرف هلڻ لڳو. اهي ان

پويان تيز هلڻ لڳا ۽ ڪيس اچي سوگهو ڪيائونس. عثمان عليءَ انهن کان پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي.

"ڇڏيو." هن چيو "نه ته هڪ کي نه ڇڏيندس."

مجاهدن هن کي ٻانهن کان قابو ڪندي پڇيو "توکي نه ڇڏيندا سين. اهو ٻڌاءِ لزا ڪٿي آهي؟"

عثمان عليءَ جي ڪاوڙ وڌي وئي.

"لزا جو نانءُ نه وٺو." هن چيو. "توهان وٽ ماءُ ڀيڻ جي عزت نه آهي." هو روڊ تي وڙهي رهيا هيا ته ڪجهه سپاهين جن کي ڇديون پاتل هيون. مٿي تي ڳاڙهي پڳ ۽ هڪ هٿ ۾ ڏنڊو هيو. اهي سيٽيون وڄائيندا اتي پهتا ۽ انهن بغير ڪنهن پڇڻ جي ڏنڊن جو وسڪارو لائي ڏنو. عثمان عليءَ کي مجاهدن سميت پڪڙي بيرڪن ڏانهن روانا ٿيا.

سپاهين کين ٻڌايو ته "ڇا توهان کي خبر نه آهي ته ڪرفيوءَ ۾ وٺيءَ دوران قلم 288 لڳل آهي ۽ ائن يا ائن کان مٿي ماڻهن جي گڏ ٿيڻ تي پابندي آهي. توهان گڏ ته ٿيا آهيو وري وڙهي به رهيا آهيو."

عثمان علي قلم 288 تي حيران ٿي ويو ڇو جو هن کي قلم 144 ياد هيو جيڪو 288 جو اڌ هيو. قلم 144 ۾ چئن يا چئن کان مٿي ماڻهن جي گڏ ٿيڻ تي پابندي هئي. هن سوچيو. آزاديءَ جو اڌ فائدو اهو هوندو آهي جو قلم ته اڌ ٿي ويندو آهي پر اڌ قلم جي حساب سان ماڻهو به ورهائجي اڌ ٿي ويندا آهن. اسلامي قانون ۾ ائين ئي آهي ڇو جو عورت اڌ آهي ۽ مرد سڄو. عورت اسلامي قانون آهي ۽ مرد انگريزي قانون.

بيرڪ ۾ بند ڪرڻ کان اڳ جڏهن سپاهين انهن کي فوجي آفيسرن سامهون پيش ڪيو ته آفيسر اکيون ڇنهنجيون ڪري انهن جو جائزو ورتو.

"ڇا هي انگريز سرڪار سان وڙهي رهيا هيا؟" هن سوال ڪيو.

"نه" هڪ سپاهيءَ جواب ڏنو. "هي پاڻ ۾ وڙهي رهيا هيا."

آفيسر خوش ٿيو ۽ پوءِ حڪم ڏنائين ته "انهن کي آزاد ڪيو."

ان کان اڳ جو اهي آزاد ٿين. عثمان عليءَ کيسي ۾ هٿ وڌو ۽ پنجن روپين وارو سڪو ڪڍي آفيسر کي ڏنائين. آفيسر سڪو هٿ ۾ وٺي جائزو ورتو. سڪي تي جهيڙا جي تصوير ڏسي ڪيس ڪرسيءَ تي ويهڻ جي صلاح ڪيائين. عثمان علي ڪرسيءَ تي ويٺو ۽ آفيسر هن کان پڇيو. "مان تنهنجي ڪهڙي مدد ڪري سگهان ٿو؟"

"مان ڪرنل مارٽن سان ملڻ چاهيان ٿو." هن چيو.

"ڪرنل مارٽن اڄڪلهه دل جي مرض ۾ مبتلا آهي." آفيسر چيو.

"ڏيءَ جي مرڻ ڪانپوءِ هن جي صحت جواب ڏئي چڪي آهي. پر مان هن لاءِ صحت جو پيغام کڻي آيو آهيان." عثمان علي چيو.

آفيسر سڪي کي هڪ دفعو وري ڏٺو. ڪجهه سوچي هن مجاهدن کي جيل ۾ وجهڻ جو حڪم ڏنو ۽ پاڻ عثمان عليءَ کي ساڻ ڪري قلعي طرف ڪرنل مارٽن ڏي روانو ٿيو. هو ٻئي "ماٿو بگي" ۾ سوار ٿيا. بگي شاندار ۽ سينگاريل هئي، جنهن کي ٻه ميرا ماٿو گهلي رهيا هيا. جڏهن بگي هلي ته ٻه ميرا ماٿو جن کي پڳون پاتل هيون، پيرن ۾ پاتل چپلن ڪري رستي جي گپ جا ڇنڊا انهن کي پوپان اڏ ڇنگهن تائين پاتل ڌوتين کي تي لڳا. اهي پوپان پورا گپ ۾ ٿقيل ها.

اهڙي حالت ڏسي عثمان عليءَ آفيسر کي عرض ڪيو. "جيڪڏهن انهن کي پيرن ۾ چپل نه هجن ته بگيءَ کي ڇڪڻ دوران گپ جا ڇنڊا انهن جي ڌوتين تي نه پون."

آفيسر اعتراض ڪيو ۽ ڪاوڙ مان هن ڏانهن ڏسندي چيو. "اها ڳالهه انساني حقن جي خلاف آهي. انهن کي عزت ڏيڻ لاءِ پيرن ۾ چپلن پائڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. توکي خبر هجڻ گهرجي ته پيرين اگهاڙي بگي ڇڪڻ انسانيت جي توهين آهي."

جڏهن اهي ڪرنل مارٽن جي بنگلي تي پهتا ته اردليءَ کي اهو چئي اندر روانو ڪيائون ته "ٻاهر اوهان جو انتظار پيا ڪن."

اردلي اندر ويو ۽ پيغام کڻي آيو. "اهي انتظار ڪن. صاحب ٿوري دير ۾ انهن کي اندر گهرائي ٿو."

ٿوري دير ڪانپوءِ جڏهن اهي اندر پهتا تہ ڪرنل مارٽن هڪ وڏي صوفي تي اڌ ليٽيل هيو سندس مٿو ٽيڪ تي رکيل هيو عثمان علي ڪرنل جي حالت ڏسي سمجهي ويو تہ جڏهن ماڻهو ويهي، چيلهہ بجاءِ مٿي کي ٽيڪ ڏئي تہ ان جي چيلهہ ٽيڪ جو وزن برداشت نہ ڪري سگهندي آهي. ڪمري ۾ گهرڻ شرط ڪرنل مارٽن پريان ئي عثمان عليءَ کي سڃاڻي ورتو ۽ اتان ئي رڙ ڪيائين.

"ڏي پتو... خبر خير جي آهي؟"

عثمان علي اڳتي وڌي خوشيءَ مان ان کي ڀاڪر پائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪرنل جون ٻانهون ڪرنل کي ائين ورڪل هيون جيئن انهن ڪرنل کي ڀاڪر پاتو هجي.

"مان توهان کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو" عثمان علي چيو ۽ چپ ٿي ويو. مارٽن اتي بيٺل آفيسر ڏانهن ڏٺو آفيسر سمجهي ويو ۽ سلوٽ ڪري روانو ٿيو تہ عثمان علي ڪرنل کي صفا ويجهو آيو ۽ ڪيس ٻڌايائين "لزا نيو ڪرسچين اسپتال ۾ آهي. ان جي طبيعت ٺيڪ آهي ۽ اوهان جو انتظار ڪري ٿي."

اهو ٻڌڻ شرط ڪرنل ائين سڌو ٿي ويو جيئن صوفي ان کي ڌڪو ڏنو هجي. هو جهمپ ڏئي اٿيو ۽ قلعي ۾ ڪوڊ ٿري نافذ ڪري ڇڏيائين. ڪوڊ ٿري جو مطلب هيو جيڪو جتي جهڙي حالت ۾ آهي هڪدم اچي حاضر ٿئي. پَلَ ۾ اتي پهتل ڪجهہ اهڙا سپاهي بہ حاضر ٿيا جن کي ڪپڙا پاتل نہ هيا. ڪرنل ڏيءَ جي موجودگيءَ جو ٻڌي ايڏو تہ خوش ٿيو جو اڳهاڙا سپاهي ڏسي ڪيس ڪل جو دورو پيو. هن هٿ وات کي ڏنو ڇو جو دورو کهڙو بہ هجي هٿ ڏيڻو پوندو آهي. دل جو دورو هجي تہ دل تي هٿ ڏبو آهي. ڪل جو دورو هجي تہ وات تي هٿ ڏبو آهي. دماغ جي دوري ۾ ماڻهو دماغ تي هٿ ڏيندو آهي. دماغ جي دوري جو سبب اها دل ئي آهي جيڪا دماغ اندر هوندي آهي، انساني وجود ۾ ڪيترين ئي دليون آهن. هڪ دل آهي جيڪا نظر اچي ٿي. ٻيون دليون نظر نہ ايندين آهن. جيئن جنسي عضون جون دليون جيڪي پنهنجي دماغ تي ڪم ڪنديون آهن.

جڏهن ڪرنل جتو ساڻ ڪري عثمان عليءَ کي اڳيان جيپ ۾ ويهاري روانو ٿيو تہ ڪرفيوءَ جي وٿي ختم ٿيڻ جو گهگهو وڳو. ماڻهو ائين ڀڄڻ جيئن ڪين گهگهوءَ جو آواز ٻڌڪائي پيو هجي. روڊ صفا صاف ٿي ويا. روڊن تي ڪاغذن، سگريٽ جي ٽوٽن، ميوي جي کلن، پان جي ٽڪن ۽ ڏڌڙ جو ايترو گند نہ هوندو آهي جيترو ماڻهن جو جيڪڏهن ڪفر نہ ڪجي تہ ائين چئي سگهجي ٿو تہ ماڻهو گند جو خدا آهن.

ڪرفيوءَ جو وقفو ختم ٿيو تہ لڳو رستو ڪرنل جي ڏندن جيان چمڪي رهيو آهي. ڪرنل جو جتو ڪرفيوءَ ۾ روڊن تي نيو ڪرسچين اسپتال روانو ٿي ويو.

ڪرفيو لڳائيندڙن کي حق حاصل هوندو آهي تہ اهي ڪرفيوءَ جي خلاف ورزي ڪن. ڇو جو انهن لاءِ اها خلاف ورزي نہ هوندي آهي.



## (17)

ڪرنل مارٽن نيو ڪرسچين اسپتال جو در ٽپي وارڊ ۾ داخل ٿيو ته پري کان هن جي نظر لزا تي پئي. لزا بستري تي ليٽيل هئي ۽ پاتل ڳاڙهي ڪمبل مان ان جو هيڊو منهن ائين ظاهر ٿي رهيو هيو جيئن ڪنهن شهيد جو جنازو جنهن جو جسم رت ۾ وهنتل هجي ۽ موت ڪانپوءِ منهن مان رت ڇڏائجي ويو هجي. لزا ڪرنل کي ڏٺو ته سندس اکين مان ڳوڙها وهي هيٺ ڪرڻ لڳا. ڪرنل کي ان جو چهرو ڏسي يقين ٿي ويو ته مئل روئندا نه آهن. جيڪڏهن مئل روئڻ شروع ڪن ته جيئرا کلڻ شروع ڪري ڏيندا. ڇو جو ڪين پڪ ٿي ويندي ته انسان مرڻ ڪانپوءِ روئندو آهي نه آهي. اهو جيئرو آهي ۽ اها خوشيءِ جي ڳالهه آهي ته اهو مئو نه آهي.

لزا جو روئڻ به ڪرنل لاءِ خوشيءَ جو سبب هيو. ڪرنل کي ڏسي لزا اٿڻ جي ڪئي پر مٿان بيٺل نرس ڪيس ائين ڪرڻ کان روڪيو.

ڪرنل لزا کي ڏسي خوش ته ٿيو پر ڪيس يقين نه پئي آيو ته اها ساڳي لزا آهي جنهن جو منهن موتيي جيان مهڪندو هيو ۽ ان مان لزا جي خوشبوءِ ايندي هئي. لزا اهڙو گل هئي، جنهن گل جهڙو ڪو به انسان روءِ زمين تي موجود نه هيو. گلن جي انفراديت انهن جي خاصيتن مان ظاهر ٿيندي آهي ۽ لزا انڪري منفرد هئي جو انسان هوندي ان ۾ گل جي خاصيت هئي پر ڪرنل کي لڳو بستر تي ليٽيل لزا اها نه آهي جيڪا هن کان وڇڙي

وٺي. لزا ٿوري مختلف هئي ۽ سندس دل ۾ سچائيپ جو اٿيل اهو اختلاف اهڙي سوچ ۾ مبتلا ڪري رهيو هيو تہ شايد لزا اها هئي جنهن کي هو دفن ڪري چڪو آهي، هن اڳيان جيڪا لزا آهي، اها لزا نہ پر لزا جي چهري واري ڪا ٻي عورت آهي. جنهن کي روپ بدلائي هن سامهون پيش ڪيو ويو آهي.

دراصل حرفت جو دؤر انسان جي دل ۾ سئو وسوسا پيدا ڪري وجهندو آهي. ٽيڪنالاجي هر شيءِ کي مشڪوڪ بنائي وجهندي آهي. جرمني جنهن هڪ هزار جنگي قيدين، جن ۾ خاص ڪري انگريز هيا. انهن جي پلاسٽڪ سرجري ڪري جرمن بنائي وڌو هيو. حيرت جي ڳالهہ تہ انهن جي ناسي اکين کي نيري ڪرڻ ۾ بہ ڪا ڪثر نہ ڇڏي انگريزن برلن فتح ڪرڻ وقت جيڪي هڪ هزار فوجي جرمن سمجهي ماريا هيا اهي سڀ انگريز هيا. ٻي جنگ عظيم اکين جو مقابلو هئي. نيريون اکيون هارائي ويون. ناسي اکيون کٽي ويون. اکين جي ويڙهہ ۾ ڪهڙيون بہ اکيون فاتح ٿين پر ڪاريون اکيون سدائين غلام رهيون آهن.

ٽيڪنالاجيءَ جو اعلان ڌماڪي سان ٿيندو آهي. ناسي اکين ڪري آئنسٽائين کي جرمني ڇڏڻي پئي. ملڪ ڇڏڻ جي ڏک ۾ هن مٿي جا وار ڪڏهن نہ ڪتايا. آئنسٽائين جا وار انڪري ايا هوندا هيا جو ان جو حضرت موسا سان عشق هيو. اهڙي عشق ۾ ان جا وار وڏا ٿي ويا. آئنسٽائين جو عشق دنيا کي مهانگو پئجي ويو. جرمني ڇڏڻ کانپوءِ آمريڪا ۾ ايٽمي ڌماڪو ڪيو ۽ دنيا محسوس ڪيو جاپان ۾ لکين ماڻهن جي مرڻ سان آئنسٽائين موسا جو انتقام بڏ کان ورتو.

اهو ئي سبب هيو جو ڪرنل مارٽن بستر تي ليٽيل ڏيءَ کي ياڪر پائڻ کانپوءِ هر هر هٽ هٽي ان جو چهرو جانچي رهيو هيو ڇو جو ٽيڪنالاجي ڪنهن جي ميراث نہ هئي. ٽيڪنالاجي ڌماڪي سان زيڊيئيشنز جيان ڦهلجي ٿي. ڪرنل مارٽن سوچيو مٿان مجاهدن وٽ اهڙا جراح هجن، جن ڪنهن عورت جو چهرو بدلائي ان کي لزا جو روپ ڏنو هجي.

لزا محسوس ڪيو سندس پيءُ وٽ اها گرمجوشي نہ آهي، جيڪا ان سدائين محسوس ڪئي هئي. ڪرنل محتياط هيو ۽ هر هر عثمان عليءَ ڏانهن نهاري رهيو هيو. لزا ڪرنل جي پاڪر ۾ روئندي رهي ۽ ڪرنل جي اکين ۾ ڳوڙها ائين چمڪي رهيا هيا جيئن پيار جي روشني اکين سان ٽڪرائجي شڪ ۾ موٽ کائيندي هجي.

"ڇا تون لزا آهين؟" نيٺ ڪرنل سوال ڪيو.

اهڙي سوال تي لزا محسوس ڪيو سندس پيءُ کاڻي پاسي کان مري ويو هجي. ماڻهو کاٻي پاسي کان مري وڃي تہ مرڻ کان وڌيڪ مئل هوندو آهي، ڇو جو دل کاٻي پاسي آهي ۽ دل نہ هجي تہ ساڄو پاسو ڪهڙي ڪم جو؟

"ها، بابا مان لزا آهيان." هن بس ايترو چيو جيئن ڪيس پڪ ٿي وئي هجي تہ هوءَ پيءُ سان نہ پر ڪرنل مارٽن جي تصوير سان ڳالهائيندي هجي، جيڪا پٽ تي لڳل هجي. هن جي ماءُ جيسونيءَ جي تصوير بہ پٽ تي لڳل هوندي هئي. اها راجستاني عورت تصوير ۾ ائين لڳندي هئي، جيئن واقعي ئي مئل هجي. مئل ماڻهن جون مرڻ کان اڳ نڪتل تصويرون بہ ائين لڳنديون آهن جيئن مري چڪيون هجن. ڪا بہ تصوير ڏسي اندازو لڳائي سگهبو آهي تہ اهو جيئرو هوندو يا مئل. تصويرن کي بہ روح هوندا آهن. محرومن جون تصويرون پري کان پڌريون هونديون آهن.

ڪرنل لزا جي اکين ۾ اميدن جا پکھ ترندي ڏٺا، جن جون ڇهنبون هو سيني اندر محسوس ڪري رهيو هيو.

"پوءِ اها ڪير هئي جنهن کي دفنايو ويو؟" ڪرنل سوال ڪيو.

هن جي اهڙي سوال تي هوءَ چپ ٿي وئي. عثمان عليءَ ڳالهايو. "ان کي مان سڃاڻان! اها پڪ سان لزا نہ هئي، لزا توهان جي سامهون آهي."

ڪرنل لزا جي وارن ۾ هٿ ڦيريا. کيس محسوس ٿيو اهي اهڙي گاهہ جيان آهن جنهن تي سالن کان مينهن نہ وسيو هجي. پاڻي نہ هجي تہ گاهہ ناسي ٿي ويندو آهي پر لزا جا وار مٽي ٿي چڪا هيا. وار جيئري مٽي

ٽيندا آهن ۽ جسم مٿي مرڻ ڪانپوءِ وار نہ مرندا آهن. خوبصورت انسان جا وار وقت سان قبر ۾ بہ وڌندا رهندا آهن.

فوجي هر سوال جو جواب هشيار سان ڏيندو آهي. پوءِ هو پيار ڪي هٿيار طور استعمال ڪري يا نفرت جو اظهار گوليءَ سان ڪري. هن جي محبت جنگي جهاز جيان هوندي آهي. جنهن مان چميون اڇلي زير ڪري وجهندو آهي ۽ عشق اصلحي خاني ۾ محفوظ ڪندو آهي.

ڪرنل مارٽن وٽ ان منجهيل سوال جو هڪ ئي جواب هيو. سندس موڪلائي ويل زال جي ڪاٻي ٻانهن تي سمجھ ۾ نہ ايندڙ پيدائشي نشان. جيڪو ساڳيو نشان لزا جي ساڄي ٻانهن تي هيو. جيسوني جيڪا راجستاني مهاراجائن جي ڪنڌرن ۾ دفن ٿيل ڪنهن سڪي جهڙي هئي. هن ان کي ڪوٽي ڪڍيو هيو. جسونيءَ جي ڪاٻي ٻانهن تي پيدائشي سمجھ ۾ نہ ايندڙ ڪنهن قديم لکت جهڙو نشان هيو. ٻوليءَ جي ماهرن جي زبان ڪٽيل هوندي آهي. جنهن ڪري انهن جون اکيون ڳالهائڻ سکنديون آهن. جسونيءَ جي ٻانهن جا چٽ ڪو بہ ماهر پڙهي نہ سگهيو. ضروري نہ آهي تہ ساخت کي لفظ ڏنا وڃن. ساخت پاڻ پنهنجي اندر سجاڻ سمائيندي آهي ۽ اها سجاڻ ڪرنل مارٽن جي اکين ۾ دفن هئي. جسونيءَ کي مرڻ ڪانپوءِ ساڙيو ويو. سڙيل جي قبر نہ هوندي آهي، پر ڪرنل مارٽن جي هڪ اک ان جي قبر هئي ۽ ٻئي اک مان لزا جنم ورتو هيو. لزا جي ساڄي ٻانهن جو چٽ اهو آخري نشان هيو جنهن ۾ جسونيءَ جي ياد سمايل هئي. هن کي ياد هيو جڏهن ڪجھ وقت پهريان هن لزا کي دفنايو هيو تہ لاش کي غسل ڏيڻ وقت اهو نشان موجود نہ هيو پر هن لزا جي ساڄي ٻانهن ڏسي پڪ ڪرڻ پئي چاهي تہ اها واقعي ئي جسونيءَ جي ميراث آهي يا ڪو دوکو. جيئن جرمنيءَ جنگ عظيم ۾ انگريزن کان انگريزن کي مارائي شڪست جو انتقام ورتو هيو. هٽلر وقت جو سياڻو حڪمران هيو جنهن کي عقل نہ هيو. ڪرنل مارٽن لزا جي ساڄي ٻانهن تي اهو نشان ڏسڻ لاءِ جيئن آستين مٿي ڪيو تہ هن جو چرڪ نڪري ويو. اهو ڏسي حيران ٿي ويو تہ اهڙو نشان اتي موجود نہ هيو.

هن ڪجهه سوچي لزا جي ڪاهي ٻانهن جو آستين مٿي ڪيو ته هن کان ذري گهٽ رڙ نڪري وئي. اهو نشان اتي موجود هيو.

"اهو ڪيئن؟" ڪرنل پنهنجي اندر سوال ڪيو. "ڪاهي ٻانهن تي ڪيئن. اهو ته ساڄي ٻانهن تي هيو!"

هن جي حيرانگيءَ ڏسي لزا جي هيڏي منهن تي ڦڪي مرڪ اچي وئي.

"بابا تون ڀليو آهين." هن چيو. "وڇوڙو فرق وجائي ويهي ٿو. ڪا شيءِ گم ٿي وڃي ته هر شيءِ گم ٿيل شيءِ جهڙي نظر اچي ٿي."

ڪرنل ڪجهه سوچيو پوءِ ڪنڌ کي "ها" ۾ لوڏيو.

"ها واقعي ئي." هن چيو "مان ساڄي ۽ ڪاٻي جو فرق وساري ويٺو هيس. توکي نه. تنهنجي ماءُ کي ساڄي ٻانهن تي نشان هيو."

جڏهن ماڻهو راهه ۾ رلي وڃي ته اهو ڇڏيل نشان ڳولهيندو آهي. نشان ڇڏيل نه هوندو ته اهو ٻين جي منزل ڳولهي لهندو ۽ هن جي منزل کي اهي پهچندا جن کي منزل جي خواهش نه هوندي.

ڪرنل مارٽن جو من ڏک ۽ پيڙا کان ڀرجي آيو. هن ڌيءَ کي ائين ڀاڪر پاتو جيئن پندرهن سالن جي وڇوڙي ڪانپوءِ هوءَ ماءُ سان گڏ موٽي هجي. هو روئندو رهيو ۽ هن چمين جي بارش ائين ڪئي جيئن هو پيار جو جهڙ هجي.



شريڪ ٿيندا ۽ هو انهن سامهون عثمان عليءَ کان سوال ڪندو ته ڪيس جيڪي گهرٽو آهي اهو گهري! ان جي اهڙي فرمائش کي پورو ڪيو ويندو ۽ هو گورنر کي راضي ڪندو ته عثمان عليءَ کي ان وفاداريءَ جي سلي ۾ هر اها شيءِ ڏني وڃي جنهن جي کيس خواهش آهي.

ڪرنل مارٽن ان ڏينهن پاڻ ٽرمپٽ وڄائي گورنر سر ڊائو جو استقبال ڪيو. سرڪاري بينڊ ماسٽر جنهن کي قيمتي لباس ۽ ڪنهن جنرل کان به وڌيڪ بيج لڳل هيا. اهو پنهنجين وڏين مڇن هيٺان وات تي رکي، بگل کان وٺي باجي تائين هر ساز ائين وڄائيندو هيو جو سندس مڇن جا وار ساز جي سُرن تي سدائين هيٺ مٿي ٿي نچندا هيا. عورتن پرسان ان کي بگل وڄائڻ کان منع ٿيل هئي، جيڪو هو پڪال جيان ڪلهي ۾ وجهي ڦوڪ ڏيندو هيو ته هوا انهن جا مني اسڪرٽس اڏاري ڇڏيندي هئي.

ان ڏينهن جڏهن ڪرنل مارٽن، سر ڊائو جو استقبال ڪرڻ لاءِ بينڊ ماسٽر کان ٽرمپٽ ورتي ته هن اهو چئي اعتراض نه ڪيو ته "جيڪڏهن توهان منهنجو ڪم سنڀاليندءِ ته مان توهان جو ڪم سنڀالي نه سگهندس. ڇو جو توهان بندوق هلايو ٿا ۽ مان ساز وڄايان ٿو. جيڪڏهن توهان ساز وڄائيندا ته بندوق ڪير هلائيندو؟"

ڪرنل مارٽن ساز به ايڏو ئي خوبصورت وڄائيندو هيو. جهڙي جنگ جي ميدان ۾ بندوق هلائيندو هيو.

سر ڊائو آيو ته سندس قدمن ۾ ڳاڙهو قالين وڇايو ويو. هو ڪار مان لهي قالين تي ائين هلڻ لڳو ڄڻ اڏرندو هجي. ڏند ڪٿائن ۾ ماٿوءَ هيٺان قالين اڏرندا آهن. حقيقت ۾ قالين مٿان ماٿو اڏرندا آهن. ٻنهي صورتن ۾ قالين ڪم ايندو آهي. قالين کان محروم ماٿو حضرت سليمان جو انتظار ڪندا آهن. صديون گذري ويون حضرت سليمان ٽوپ نه لاٿو آهي.

ڪرنل مارٽن ٽائون هال ۾ انتظام ڪيو هيو. سائي وسيع لان ۾ اهو ڳاڙهو طنبو هيو جنهن ۾ هيڊا گولا ٻري رهيا هيا. هرڪو ائين ڏسجي رهيو هيو جيئن ميڻ مان ٺهيل هجي ۽ انهن جي چرٻر ميڻ جو رجڻ هجي. خوبصورت ڇپن جي مرڪ ڪنارن کان وهندي هجي. هر طعام ائين هيو

جيئن چانديءَ جي طشترين جو پيٽ ڀريل هجي. سڀ کان لذيذ طعام اهي سوئر هيا جن کي ريٻاڙي ديهه جي جهنگ مان لڳ ڪندي ماريو ويو هيو. ڪرڙن جي جهنگ ۾ ڏيلهون ڪائڻ سان ڪو غيرتمند نه ٿيندو آهي. ريٻاڙي ديهه جا ڪرڙ ڏيلهن سان سٽيل هوندا هيا. سوئر وٽ غيرت جو تصور اهو آهي, ته ڪو ان جي ماديءَ سان لڳ ڪري ته روڪڻ بي غيرتي آهي. اهوئي سبب آهي جو گورن لاءِ سوئر جو گوشت لذيذ ۽ شراب جهڙي ناياب شيءِ آهي. ناياب انڪري ته ان جي پيئڻ سان انسان مري ٿو ۽ ماڻهو جيئي ٿو. پل شيطان ڪنهن کي نه وڻي پر ان جهڙي مزيدار شيءِ دنيا ۾ نه آهي. هر سٺي شيءِ اندر شيطان لڪيل آهي. شيطان جي ناراضگي محبوب جي ناراضگيءَ کان وڏيڪ آهي, ڇو جو شيطان ناراض ٿئي ته جنت, محبوب ناراض ٿئي ته دوزخ جو منهن ڏسڻو پوندو.

ڳاڙهي طنبوءَ جي هيڊي روشنيءَ ۾ مٽل ميلي اندر بينڊ ماسٽر اڪيلو ڪلارنيٽ وڄائي رهيو هيو. جوڙا جهومي رهيا هيا. ناچ جو طبيعت تي وڏو اثر آهي. گورن جو ناچ ڏسو ته نندا اچي ويندي. ڪارن جو ناچ ڏسو ته نند ڦٽي ويندي. ڳاڙهي طنبوءَ جي پراسرار گوراڻپ هر شيءِ تي حاوي هئي. عثمان علي خوشيءَ ۾ سڏڪي رهيو هيو. هن کان ڪرنل مارٽن ڏٺو نه ٿي ويو جنهن جا ڏند سدائين ڪليل هيا ۽ لزا ائين هئي جيئن ماڻهن جي ڍنڍ ۾ ڪنول هجي. ناچ هلندو رهيو ۽ جوڙا هڪ ٻئي ايترو ويجهو اچي ويا جو اڪيلي ڪلارنيٽ وڄائيندڙ بينڊ ماسٽر جي اوچتي چپ تي انهن کي الڳ ڪرڻ مشڪل ٿي ويو.

"حاضرين." اوچتو ڪرنل مارٽن جو آواز گونجيو. "مان ٿورائتو آهيان گورنر سر ڊائو جو جن هن محفل کي مانُ ڏنو. هيءَ محفل مان پنهنجي ڏيءَ لزا جي نانءَ ڪريان ٿو جنهن کي دهشت گردن کان آزادي نصيب ٿي. ان هيرو کي سڏ ڪيان ٿو جنهن منهنجي ڏيءَ جي آزاديءَ ۾ ڪردار ادا ڪيو. مان عثمان عليءَ کي چوندس ته هو اچي گورنر صاحب سان ملي پنهنجو اعزاز حاصل ڪري"

ڪرنل مارٽن جي اهڙن لفظن تي سيني ڪنڌ ورائي عثمان عليءَ کي ائين ڏٺو جيئن انهن ڪڏهن ڪو انسان نہ ڏٺو هجي. انهن تاڙيون وڄايون ۽ تاڙين جو آواز ايڏو تہ تيز هيو جو عثمان عليءَ محسوس ڪيو هن جوڏاري ڪبوتر اڏامندا هجن ۽ انهن جا پر هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي ائين کڙڪندا هجن جو لڳندو هجي ڪنهن انسان ڪبوتر نہ پر ڪبوترن انسان پاليو هجي.

هو گورنر سان ملڻ لاءِ ڌڙڪندڙ دل سان اڳتي وڌيو دل جي ڌڙڪڻ جو سبب اهو هيو تہ هن اتي موجود اعليٰ قسم جو شراب نہ پيتو هيو. جنهن جي پيئڻ سان دل جي ڌڙڪڻ ختم ٿي ويندي آهي. دل جي ڌڙڪڻ جا سبب دنيا ۾ تمام گهڻا آهن. عام حالتن ۾ دل هلندي آهي پر اوچتو ڌڙڪي پوندي آهي ۽ دل جي ڌڙڪڻ جو سبب. ڪڏهن ڪو سبب نہ هوندو آهي. وسري ويل سبب ڪرِ ڪٿي سمهي پوندا آهن ۽ سبب هوندو ئي ان لاءِ آهي تہ اهو بي سبب هوندو آهي پر عثمان عليءَ سوچيو ڪيس ٿورڙو شراب پيئڻ گهربو هيو ڇو جو جتي سڀ سوئر کائن اتي شراب جو هڪ ڍڪ حلال هجڻ گهرجي.

عثمان عليءَ اڳتي وڌي سر ڊائو سان هٿ ملايو تہ اهو ڪپهہ جو هٿ هيو. سر ڊائو بادشاهہ جارج جي محل جو وهاڻو هيو. فوجي حڪمرانن جا بستر هوندا آهن. اهي ڪمبل، چادرون، سوڙيون ۽ فوم هوندا آهن.

جنگيون صرف گرم نہ هونديون آهن. سرد بہ هونديون آهن. سرد جنگ جي ڏينهن ۾ فوجي انهن کي ٿڌ کان بچائيندا آهن. گرم جنگين جي ڏينهن ۾ اهي وهاڻن جيان ڦاٽي شهيد ٿي ويندا آهن. ڪپهہ فوجين جو رت هوندي آهي.

سر ڊائو سان جڏهن هن هٿ ملايو تہ ڪرنل مارٽن ٻن هٿن جي وچ ۾ ڳالهايو. "هيءَ آهي اهو شخص جنهن منهنجي عزت بچائي ۽ تاج برطانيا سان وفاداريءَ جو ثبوت ڏنو."

سر ڊائو هن ڏي مهربان نظرن سان ڏٺو ۽ کيس چيو "اسان تنهنجي ڪارنامي تي خوش آهيون."

عثمان علي چپ هيو. هن جي چپ اهڙي ڪينچيءَ جيان هئي جيڪا وهندڙ وقت کي اتي ڪترڻ لاءِ تيار هئي جتي وقت ڏوڪي جي سرحدن ۾ داخل ٿي رهيو هيو. ان کان اڳ جو ڪرنل مارٽن گورنر سر ڊائو کي ڪنهن وڏي انعام لاءِ چئي. سر ڊائو پاڻ ئي ڳالهايو.

"اسان توکي ان وفاداريءَ جي سلي ۾ گهڻو ڪجهه ڏيڻ چاهيون ٿا "

ائين چئي سر ڊائو خوشيءَ مان مرڪيو ۽ ان ڪرنل مارٽن کي ڏٺو ڪرنل مارٽن جي چپن تي مستقل مرڪ هئي. ڏيهه جي ملڻ ڪانپوءِ اهو وقت خالي نه هيو جو هو مرڪيو نه هجي. جڏهن سمجهندو هيو ته خواب ۾ ان جي مرڪ جسونيءَ جي چهري ۾ منتقل ٿي ويندي هئي. نيٺ سر ڊائو هن کان پڇيو "هن خوشيءَ جي موقعي تي توکي جيڪي گهرڻو آهي. گهر"

جڏهن سر ڊائو اهي لفظ چيا ته انگريزن هڪ ٻئي جي ڪن ۾ ٻس ٻس ڪئي. شايد انهن ائين سمجهيو ته هڪ هندوستاني جنهن کي جاگير جي لالچ نه هجي. اهو آزاديءَ ڪانسواءِ ٻيو ڇا تو گهري سگهي؟ عثمان عليءَ ڪنڌ ورائي عورتن جي صف ۾ بيٺل لزا کي ڏٺو. عورتن جي صف ۾ قيامت هئي. ماتم هيو. لزا قهر هئي. اهي ئي سونهن جون ادائون. نظرون جن مان پيار پيرن تي ڪري رهيو هيو. ٻانهون. ڪرايون. لاهيون.چاڙهيون ۽ ايار. لزا حسين وادي هئي. جنهن جي جبلن پويان هن جي چهري جو سج زلفن جي ڪرڻن سان ڍڪيل هيو.

عثمان عليءَ جي من ۾ آيو هو موقعي جي مناسبت سان پنهنجين وفادارين جي سلي ۾ لزا جو هٿ گهري. ڪرنل مارٽن ۽ سر ڊائو کي چوي ته وفاداريءَ جو سبب عشق هيو. هو لزا سان اهڙي ڪچي ڌاڳي سان ٻڌل هيو جنهن کي هن ويڇهو رهي ٽٽڻ نه ڏنو. لزا هن جي محبوبا آهي. لزا ۾ سونهن جو روح آهي. لزا کي هن حوالي ڪيو وڃي ته سيني جو ڪٽيل خال پرجي سگهي. پر هو چئي نه سگهيو لزا ڊيوڊ جي امانت هئي. لزا جو پيار ڊيوڊ لاءِ هيو. لزا چاهي پئي ته عثمان عليءَ جي دل ۾ هوءَ سمايل آهي. عثمان علي هن کي چاهي ٿو ۽ اها چاهت ئي هئي جنهن سبب هن کي آزادي نصيب ٿي.

سر ڊائو جواب جو منتظر هيو.

"ٻڌاءِ" هن چيو "توکي ڇا گهرجي؟"

ڪرنل مارٽن شرارتي نظرن سان هن ڏانهن ڏسي رهيو هيو نظرون الڳ شخصيت هونديون آهن. ڪڏهن پوڙهيون ٿي اداس ٿي وينديون آهن. ڪڏهن جوان ٿي شوخ ٿي وينديون آهن ۽ ڪڏهن ٻار ٿي شرارت ڪنديون آهن. ڪرنل مارٽن جي نظرن جي شرارت جو سبب پيدا ٿيندڙ اهو فتنو هيو جنهن ۾ سندس خيال موجب عثمان علي انعام طور وطن جي آزاديءَ جي گهر ڪري پئي سگهيو.

عثمان علي چپ هيو. هن جون نظرون هيٺ هيون. هيٺ ڌرتي هئي جنهن کي ڳاڙهي قالين پويان هو ڏسي نه پئي سگهيو. ڌرتي مٽيءَ جو ڍير آهي ۽ انسان ڌرتيءَ جي مٽي. هر انسان پنهنجي وطن جي مٽيءَ مان ڳوٺل هوندو آهي. اوَر مٽيءَ ۾ دفن هوندي آهي. آنڊا اور سان ڳنڍيل هوندا آهن. اور جو ڪم ڳنڍڻ هوندو آهي. پيٽ ۾ ماءُ سان. جيئري ڌرتيءَ سان ۽ مُئي مٽيءَ سان. عثمان عليءَ جا آنڊا سُتل نانگ جيان چرڻ لڳا. نفرت ڪرُ کڻي هن جي من کي ڏنگ هنيو.

"ڪجهه نه" هن چيو "صرف هڪ ڪرمنڊل پاڻي"

هن جي جواب تي سڀ حيران ٿي ويا.

"ڇا توکي وطن جي آزادي نه گهرجي؟" سر ڊائو سوال ڪيو. "مون سمجهيو هيو تون اهڙي وفاداريءَ جي سلي ۾ آزاديءَ جي گهر ڪندين؟ تنهنجي گهر منهنجي سمجهه ۾ نه آئي ته تون اهو ڇا گهريو؟"

عثمان عليءَ سوچيو هو انهن کي ڪيئن ٻڌائي ته جيڪا آزادي ملڻ واري آهي. ان آزاديءَ پويان ڪهڙيون غلاميون سمايل آهن. هو وڏيڪ ڪجهه ڳالهائي نه سگهيو.

"ڇا تون ان ڳالهه جي وضاحت ڪندين ته، تون ڪهڙي شيءِ گهري آهي؟" ڪرنل مارٽن پڇيو.

عثمان عليءَ ڪنڌ مٿي ڪيو ته ڪيس روشني ايڏي تيز محسوس ٿي جو سڀ چهرا ڏنڌلايل هيا. سر ڊائو سميت سڀ ائين ٻيئل هئا جيئن

صرف لباس هجن ۽ هو پوشاڪن جي بازار ۾ بيٺل هجي. هن ڳالهايو ته ڪيس لڳو هو نه ڳالهائيندو هجي پر آواز هن سان ڳالهائيندو هجي.

"مان اهڙي آزادي حاصل ڪري ڇا ڪندس، جنهن سان لکين انسان قتل ٿين، ڪيترا بي گهر ٿين، هزارين عورتون جبر جو شڪار ٿين. لڏ پلاڻون ٿين، تهذيبن ۾ وريون پون، مذهبي انتهاپسندي عروج تي پهچي، لساني تضاد ٿين، سنڌ جا روڊ ۽ رستا رت سان رنگجي وڃن. سنڌ جي وسيلن تي قبضو ڪري ماڻهن کي مفلوج ڪيو وڃي. هندوستان جي آزادي سنڌ جي غلامي آهي. مون کي آزادي نه گهرجي. هيءَ غلامي آزاديءَ کان سؤ درجا بهتر آهي."

گورنر ڊائو هن جون ڳالهيون ٻڌي حيران ٿي ويو.

"تون نجومي آهين؟" هن پڇيو.

"نه" عثمان عليءَ چيو. "مان مستقبل آهيان؟"

معاملو منجهي ويو. سڀ هڪ ٻئي جي منهن ڏي ڏسڻ لڳا. ڪرنل مارٽن ڳالهايو. "تون انعام جي توهين ڪري رهيو آهين. تون اسان پاران مليل ايڏي وڏي آڇ تي صرف هڪ ڪرمنڊل پاڻي گهريو آهي."

"ها هڪ ڪرمنڊل پاڻي" عثمان علي چيو. "سنڌ ۾ پاڻي ناياب آهي."

"ڇو؟" ڪرنل مارٽن چيو.

"اهو سڀ آزاديءَ جو سِلو آهي." عثمان علي جواب ڏنو.

انهن عثمان علي کي ديوانو سمجهيو. اهو ئي سبب آهي جو ڪڏهن ديوانا بزرگ هوندا آهن، چريا مرشد هوندا آهن ۽ فقير، اميري عطا ڪندا آهن.

ڪرنل مارٽن لزا کي اشارو ڏنو ته اها عثمان عليءَ سان ساڻ وڃي. ڪيس هڪ ڪرمنڊل پاڻي ڏي. لزا عثمان عليءَ پرسان آئي ۽ مرڪي پوبان اچڻ جو اشارو ڏنو. عثمان علي ان پوبان ائين ويو جيئن سندس آڳر ۾ ٻڌل هجي.

اهي جڏهن بنگلي ۾ پهتا ته عثمان علي ڊيس ان تلاءَ وٽ وٺي آيو جتي لزا وهنجندي هئي. هو پاهرين پٽ وٽ ان ساڳي پٿر وٽ ويو جتي هن جو ڪرمنڊل موجود هيو. پٿل جي ڪرمنڊل تي سينئور ائين چڙهي ويو هيو جيئن پيلي پٿل کي سائو بگ ٽڪنو هجي.

هن ڪرمنڊل لزا کي ڏنو ۽ چيو "هڪ ڪرمنڊل پاڻي. تنهنجي وجود سان ڏوتل پاڻي، تنهنجي تلاءَ جو پاڻي، جنهن ۾ تنهنجو جسم وهنجي پاڻيءَ کي پرفيوم ڪري ٿو."

لزا هن کان ڪرمنڊل ورتو ۽ اها تلاءَ تي وڃي ان مان پاڻي ڀري آئي. هن ڪرمنڊل عثمان عليءَ کي ڏنو ته عثمان عليءَ پاڻي ۾ ڏٺو ان اندر سوپيا جو عڪس لڏي رهيو هيو. هن ڪنڌ کڻي لزا کي ڏٺو. لزا جي اکين ۾ پيار پرجي آيل ڳوڙهن اندر پکين جيان تري رهيو هيو لزا جا چپ اهڙا ڳاڙها هيا جيئن جسم جو رت انهن ۾ پرجي ويو هجي. ان عثمان عليءَ کي ڀيجهو آڻي چمي ڏني. عثمان عليءَ ان جا چپ چوسيا ته ڪيس لڳو زندگي موٽي آئي هجي. روح پنهنجي جاءِ والاري هجي، پيار هن جي رڳن ۾ لهندو جسم ۾ ڦهلجي ويو.

/ هڪ ڊگهي چمي عمر کي ننڍو ڪري ٿي. چميون ماڻهوءَ کي جوان رکن ٿيون، عزرائيل کي طاقت نه آهي جو هو ماڻهوءَ کي چميءَ مان جدائي پار سان ڳڏ وٺي وڃي. عزرائيل عشق جي ڏينهن ۾ مئل هوندو آهي./عثمان عليءَ لزا کان موڪلايو ۽ لزا نه چاهيندي ڪيس موڪل ڏني. هو ڪرمنڊل کڻي روانو ٿيو ۽ ويندي لزا کي چيائين.

/ "تنهنجي هڪ چميءَ تان سئو آزاديون قربان." |

عثمان عليءَ وري مڙي نہ ڏٺو. چوڏهين جي چنڊ ۾ رات مڪمل نہ هئي. چنڊ مڪمل هوندو آهي تہ اونده ڪٽيل هوندي آهي. اونده مڪمل هوندي آهي تہ چنڊ ڪٽيل هوندو آهي. هن کي پويان ڪتن جي ڀونڪڻ جو آواز آيو. اهي سڀ ماضيءَ جا ڪتا هيا. ماتا جا نشان منهن تان متجي سگهن ٿا پر ماضيءَ جي ڏندن جان نشان روح ۾ رهجي وڃن ٿا.

هو چوڏهينءَ ۾ ائين هلي رهيو هيو جڻ چانڊوڪي. هن جو پاڇو هن جهڙو هيو ۽ هو پاڇي پويان پاڻ ڳولهي رهيو هيو. اهو پراسرار شهر ائين محسوس ٿي رهيو هيو جيئن هن لاءِ ٺاهيو ويو هجي. هو موٽي رهيو هيو تہ شهر ڏهي رهيو هيو. رستن جي ويراني دل جهڙي ويران انڪري نہ هئي جو رستن تي هوا ۾ پپل جا پيلا پن اڏري رهيا هيا ۽ دل جي رستن تي ڪو وڻ نہ هيو.

هو لياري نديءَ جي ايرندي ڪناري پهتو تہ ڪيس پري کان اها پراڻي پل نظر آئي جيڪا ڪوٺائيءَ کانپوءِ اتي ظاهر ٿي هئي ۽ هو ڏيڍ صدي اڳ اها پل ٽپي آيو هيو. پراڻي پل ائين ئي پراڻي هئي جيئن ڏيڍ صدي اڳ. عمارتن کي سنوارجي تہ انهن تي عمر جو اثر نہ ٿيندو آهي. عظيم عمارتون کنڊر بنجي خوبصورت ٿينديون آهن. اها پل دفن ٿي وري ظاهر ٿي هئي ۽ ان جو ڪفن ماضيءَ جو ڪفن ٿي چڪو هيو.

هو پل وٽ آيو ۽ ان نديءَ وٽان هيٺ ڪاهيءَ ۾ لهڻ شروع ڪيو. پل هيٺ هئي ۽ هو مٿي. هن ڪرمنڊل سنهالي ڪاهي لهي پل تي قدم رکيو تہ اها ڪاٺ هڏي جهڙي هئي. پل نہ هئي. پل جو ڍانچو هيو. هو جڻ ڪرنگهي تي هلي رهيو هيو ڀور جي قرباني ڪري ماڻهو وار جهڙي پلصراط ٽپي جنت ۾ ويندو پر هو پاڻ کي قربان ڪري ڀور جي ڪرنگهي جهڙي پلصراط ٽپي جڻ جنت کان دوزخ ۾ وڃي رهيو هيو.

عثمان علي پل ٽپي ٻئي پاسي آيو. هن نظرون کڻي آسمان کي ڏٺو. اها عجيب رات هئي. جيئن اڻ ڪٽ الم ڪري رات جو ماتمي لباس پراڻو ٿي ڦاٽي ويو هجي. نائين تاريخ جو چنڊ نامڪمل هيو. ان جو اڌ پاسو سڪل هيو. اهو اڌ رنگو نہ هيو. اڌ رنگو انسانن لاءِ هوندو آهي. جيئرو اڌ. مئل اڌ کي

سهارو ڏيندو آهي. چنڊ اڌ هجي تہ وڇوڙي جي علامت هوندو آهي. سوپيا جو وڇوڙو. سونهري وارن واري سوپيا. جنهن ڪان چنڊ متاثر هيو چنڊ جي روشني. سوپيا جي چانڊوڪي هئي. نائين تاريخ جو چنڊ. اڌ اونداهو اڌ روشن. سوپيا کي ياد ڪري عثمان عليءَ جي اکين ۾ ڳوڙها ترڻ لڳا. ماٺيو پاڻيءَ ۾ ۽ پاڻي اکين ۾ ترندو آهي. اکيون روح جي ڀريل جام جو ڪنارو آهن ۽ ڪنارن تان پاڻي ڇلڪي پوندو آهي.

عثمان علي ڪرمنڊل ساڻ ڪري ان سوڙهي گهٽيءَ ۾ پهتو جيڪا بغير پلستر جي اگهاڙن بلاڪن وارن ننڍين گهرن جي وچ مان لنگهيندي ٻين گهٽين کي ساڻ ڪري گلٻائيءَ وٽ موڙي ۽ سندس پائرن جي ڊٽل قبرن وٽ اچي ٿي ڪٽي. اتي ٽرڪ اڏي جي قبضاگيرن جا قبرن کي ڊاهڻ لاءِ هٿوڙن ۽ ٽيڪمن جا نشان چڙ انقلاب جا نشان بنجي چڪا هيا.

هو گهر جي ڪمري ۾ داخل ٿيو تہ سگريءَ ۾ ٽانڊا ٽمڪي رهيا هيا. چڻگون اڏامي رهيون هيون. اوندهہ کي مات ڏيڻ جي خوشيءَ ۾ باهہ آتشبازي ڪندي آهي. اتي ويٺل سندس پوڙهو پيءُ مانيءَ جا گرهہ ائين چپاڙي رهيو هيو جيئن رزق کي چميون ڏيندو هجي. گرهہ چپاڙيندي ان جو آواز اڀريو.

"ايڏو جلدي!" ان چيو "وئين ۽ موٽي آئين."

پيءُ جي ڳالهہ تي عثمان علي حيران ٿي ويو ان کان اڳ جو جواب ڏئي. پٽس وري ڳالهايو.

"پاڻي مليو؟"

"ها" هن چيو.

عثمان عليءَ ڪنڌ ورائي ڏٺو هر شيءِ ساڳي هئي. سگريءَ ۾ دکندڙ ٽانڊا هيا جن کي هو وڃڻ وقت وجهي ويو هيو پيءُ جي پنديءَ ۾ ماني اهائي هئي جنهن مان هن پهريون گرهہ پڳو هيو.

"پٽ تون آڏان هڏو؟" پيءُ سوال ڪيو.

عثمان علي چپ ڪري عجب مان ان ڏانهن ڏسندو رهيو.

"گهڻو ڪري نہ ٿيو آهي" پيءُ پاڻ ئي جواب ڏنو ۽ پوءِ چيائين "پاڻي رک. ماني کائي وضو ڪرڻو آهي."

عثمان عليءَ ڪرمنڊل پاسي سان رکيو ۽ پوءِ ان کٽ تي ليٽي پيو جنهن جو بستر هن جي وڃڻ کانپوءِ اڃان گرم هيو جڻ وقت اک چنب ۾ گذري ويو.

ٻئي ڏينهن هو گورا قبرستان ويو جتي سيمنٽ جي صليب تي پٿر جو عيسا مصلوب هيو. ان کان ويهه قدم اتر طرف، ميريءَ جو ميرو ٿي ويل مجسمو پنهنجو سڄو هٿ ڪڍي هڪ معصوم ٻار جي قبر تي ڇانوَ ڪري بيٺل هيو ان جي اولهه طرف جتي هڪ قبر جي قطبي تي ڪوٺيل يسوع جي ٻارهن حوارين جون سمجهه ۾ نه ايندڙ مورتيون اڪريل هيون. يسوع جي ٻارهن حوارين مان هڪ آڱر جي اشاري ان اڳتي وڃڻ جو اشارو ڪري رهيو هيو. ڪجهه قدم پري سڪل ٻوڙن وٽ سوپيا جي قبر هئي. ان قطبي تي نظر ڪئي، اتي لکيل هيو لزا مارٽن ۽ هينان موت جي تاريخ سترهن اپريل ٻه هزار اٺ درج ٿيل هئي. تاريخ پڙهي عثمان عليءَ جو ڇرڪ انڪري نڪتو جو ڪيس خبر هئي ته اها سوپيا کي اغوا ڪرڻ کان چوڏهن ڏينهن پوءِ جي تاريخ هئي. هن ڄاتو پئي، اتي لزا نه، سوپيا دفن آهي.

هو قبر کي پاڪر پائي رنو ۽ هن جي ڊڪريون پري روئڻ تي قبرستان جو مجاور هن مٿان آيو. ان کي هڪ اڇ سڃاتل ڇهري وارو شخص نظر آيو.

"هيءَ ڪرنل مارٽن جي ڌيءَ جي قبر آهي."

هن مجاور کي ڏنو ۽ پوءِ ڳوڙها اگهي، قبرستان مان ٻاهر ويندي، چيو:

"مون کي خبر آهي مسٽر بائرن."

مجاور بائرن هن کي پويان قبرستان مان ويندي حيرت مان ڏسندو رهيو.





ليارِي نديءَ جي ڪاٽيءَ دوران ان ۾ هيٺ هڪ پل ظاهر ٿي. مان اتان لنگهيندي ان پل کي ڏسندو هيس. اها پراڻي پل جيڪا پٿرن جي ٺهيل هئي، پنهنجي اصلوڪي حالت ۾ ڏسجي رهي هئي. ان ۾ ڪمانيءَ جهڙا در هيا، جيڪي پيمن تي بيٺل هيا.

پل ڏسي مون اندازو لڳايو ضرور ٻن ڪان اڍائي سئو سالن تائين پراڻي هوندي انگريز دؤر ۾ ان پل تان ڪيترائي ماڻهو لنگهيا هوندا، آمدرفت لاءِ استعمال ڪيو ويو هوندو. اهڙو خيال اچڻ شرط ذهن ۾ پراڻي ڪراچيءَ جو تصور اچي ويو.

مون سوچيو ان تي ناول لکان، جنهن ۾ ڪراچيءَ جي گذريل وقت جو ذڪر هجي. اها ڪراچي جيڪا هاڻي واري ڪراچيءَ کان مختلف هئي، سٺ واري ڏهاڪي ۾ ڪراچي اچڻ ٿيندو هيو. منهنجي ذهن ۾ اها ڪراچي هئي ٽرام، ڪيبري ڊانسز شرابخانا، وڪٽوريا بگيون، اڪ اگهاڙا سياح، نيپئر روڊ ۽ صاف سٿرا رستا جن تي سدائين مينهن جون بوندون وسنديون هيون.

مون ڪراچيءَ جو تصوراتي پس منظر ناهيو ۽ ان ۾ اهڙن ڪردارن جي تخليق ڪئي، جيڪي علامتي ۽ سرئلسٽڪ هيا. ناول کي خوابناڪ ۽ سحرانگيز ماحول ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪئي. مون ماضيءَ ۾ وڃي اهي واقعا ۽ ڪردار جيئرا ڪيا، جن جو سنڌ جي مستقبل تي اثر هيو.

مون ان وقت جي ڪراچيءَ کي هاڻوڪي ڪراچيءَ کان بهتر محسوس ڪيو. ڇو جو هاڻي ڪراچيءَ ۾ قتل عام آهي، آپگهاتي ڌماڪن ۽ لساني تنظيم جيڪو قهر ڪيو شايد سنڌ ان ظلم جا داغ ڪڏهن ڌوئي نه سگهي!

